# رَوضِ عشق

(ليليٰ مجنون۔ هير رانجهو عشقيه داستان)

فقير عبدالقادر عرف قادر بخش بيدل رحمة الله عليه

مرتب

ميرزا فتح علي بيگ شاهد

# رَوضِ عشق

(ليليٰ مجنون- هير رانجهو عشقيہ داستان)

فقير عبدالقادر عرف قادر بخش بيدل رحمة الله عليه

مرتب

ميرزا فتح علي بيگ شاهد

ناشر

**بيدل يادگار ڪاميٽي**

١٤٣٠هه/2009ع

ڪتاب جو نالو: روض عشق
شاعر: فقير عبدالقادر عرف قادر بخش بيدل رحمة الله عليه
مرتب: ميرزا فتح علي بيگ شاهد
ڪمپوزنگ: فهيم احمد سولنگي
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي
ڇپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي
ڇپائيندڙ: بيدل يادگار ڪاميٽي

ملهه: 60.00 رپيا

رابطي لاءِ

**اختر درگاهي**
سيڪريٽري
بيدل يادگار ڪاميٽي
درگاهه بيدل بيڪس
روهڙي



# فهرست



# روضِ عشق

هي ڪتاب سنڌ جي معروف صوفي شاعر ۽ نثرنگار فقير عبدالقادر بيدل ﷫ جي چيل ليليٰ مجنون ۽ هير رانجهو جي منظوم عشقيه داستان متعلق آهي. اهي ٻيئي داستان فارسي زبان ۾ صنعتِ قطعه ۾ چيل آهن. اهي قطعات پنهنجي نوعيت ۾ بي مثال آهن. بيدل ﷫جي شاعري بابت سنڌ جي جن مفڪرن ۽ دانشورن خيال آرائي ڪئي آهي اُها اسين مقدمه ۾ جاڻائي آيا آهيون اُميد ته اهي سونهري حرف هر دور جي طالب علمن ۽ محققن لاءِ مشعل راه بڻبا.

اهو رب پاڪ جو شڪر آهي جو اُن بيدل يادگار ڪميٽي جي واسطيدارن کي اها طاقت عطا ڪئي آهي جو پوري ڪوشش سان بيدل ﷫سائين جا افڪار سندس چاهيندڙن جي هٿن تائين پهچائڻ ۾ ڪامياب پيا ٿين.

بيدل ﷫فقير جي ذات ڪنهن تعارف جي محتاج ناهي ليڪن اگر ڪو اديب ۽ شاعر پاڻ کي ادبي دنيا ۾ متعارف ڪرائڻ چاهي ته هو بيدل ﷫جي نظم و نثر کي ٻين ٻولين سان تعلق رکندڙ صاحبان علم تائين پهچائيندو ته يقيناً اُن منزل تي پهچندو جيڪا وڏي جاکوڙ کان پوءِ حاصل ٿيندي آهي.

سيد عبدالحسين شاهه موسوي صاحب پنهنجي بزرگن جي نقش قدم تي هلي جيڪا جفاڪشي ڪندي بيدل ﷫ جا نوادرات عوام تائين پهچائڻ لاءِ ڪوشش ۾مصروف آهي اُها



قابل صد تحسين آهي. پاڻ ۽ سندس رفقائي ڪار جن ۾ جناب اختر درگاهي صاحب سر فهرست آهي. سنڌ ۾ سنڌي ادب جا محسن آهن.

عشق، حياتِ انساني جو هڪ اهڙو سدا بهار باغ آهي جنهن ۾ خزان جو گُذر ناممڪن آهي. انهي ڪري اسان ڪتاب جو نالو ”روضِ عشق“ مقرر ڪيو آهي. ”روض“ عربي زبان جو لفظ آهي جيڪو حرف ”رَوضہ“ جو جمع آهي. رَوضہ معنيٰ باغ، سبزه زار ۽ رَوض معنيٰ باغ. جيئن تہ هي بہ داستان ڪتاب ۾ آيل آهن ان ڪري اُن حرف جو سهارو ورتو ويو آهي جيڪوجمع جي صيغہ ۾ اچي ٿو يعني روض.

اسان جي هي محنت اُميد تہ عاشقن وٽ ثاب پوندي ڇو جو اِهوئي سندن دل جو بہ آواز آهي.

ٽنڊو آغاز حيدرآباد
20 اپريل 2009ع

**فتح علي بيگ ميرزا**



# نشانِ زندگي

سنڌ جي عالمي شهرت حاصل ڪندڙ شاعرن ۾ فقير عبدالقادر بيدل هڪ نمايان مقام رکي ٿو. پاڻ جنهن گروه جو شاعر آهي اُن جو استاد الشعرا حضرت سيد عبداللطيف شاه ڀٽائي ؒ سردار آهي جنهن جي بيتن وغيره سان گڏ سنڌن نقشِ قدم تي هلندڙ شاعرن جو ڪلام بہ خاص و عام جي زبان تي رهي ٿو.

فقير عبدالقادر بيدل سال ١٢٣٠هہ/1815ع ۾ جڏهن هن عالم فاني جي زمين تي پير پاتو. تنهن ويل سنڌ جو ٽالپر بادشاهہ مير ڪرم علي خان ٽالپر ولد مير صوبدار خان ٽالپر هو. جيڪو ٽالپر گهراڻي جو پهريون شاعر بادشاهہ هو جنهن جو سمورو ڪلام فارسي زبان ۾ آهي جنهن کي انجمن فارسي اسلام آباد شايع ڪرايو. سندس عهد حڪومت ۾ علم و ادب جي اهميت متعلق ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي پنهنجي هڪ مضمون ”ميرن جي دور جو علمي ادبي جائزو“ ۾ لکيو آهي تہ:

مير صاحبان وڏا علم دوست هئا، ۽ شعر و شاعري سان سندن بيحد دلچسپي هئي. هو پاڻ بہ شعر چوندا هئا ۽ شاعرن ۽ عالمن جو وڏو قدر ڪندا هئا.[1] هن مختصر الفاظن مان ان وقت جي علم ۽ عالمن جي قدرداني جي خبر پوي ٿي ۽ جڏهن مير ڪرم علي خان ٽالپر هن جهان کي الوداع چئي ٿو تہ اهو سال ١٢٤٤هہ آهي يعني ان وقت بيدل ؒ جي عمر تقريباً ١٣/١٤ورهيہ ٿئي ٿي. اها ئي اُها عمر آهي جنهن ۾ قدر تي ذات

---

[1] رسالو نئين زندگي سيپٽمبر 1986



مليل عالم پنهنجي تعارف لاءِ ڪڏهن شعر چوندا رهن ٿا تہ ڪڏهن جڳ مشهور شاعرن جا شعر پڙهي اُن جو تفسير ائين بيان ڪن ٿا جڻ تہ اهو شعر هن جو ئي ٺاهيل آهي يا پاڻ اُن وقت موجود هئا جڏهن هي شعر چيو پيو ويو.

اِها هِڪ فطري ڳالهہ آهي تہ اولاد پنهنجي مائٽ جي زندگي جي آرسي هوندو آهي. خاص ڪري جيڪي صاحبِ علم، عرفان جي منزل تي رسائي حاصل ڪندا آهن اُهي اهو ئي چاهيندا آهن تہ سندن اولاد ۾ ڪو اهڙو ضرور املهہ ماڻڪ پيدا ٿئي جيڪو خلق خدا جي خدمت ۽ انسانيت جي اهيمت جو پرچار ڪندڙ هجي.

تنهن ڪري هن ۾ ڪو شڪ ناهي تہ بيدل ﷫ جو والد فقير محمد محسن درويشن جي صحبت ۾ رهي گهڻو ڪجهہ حاصل ڪرڻ جي باوجود هُن اهو ميدان پنهنجي فرزند بيدل ﷫ لاءِ ڇڏيو جنهن واقعي حياتيءَ جون منزلون طئي ڪندي سنڌي ادب کي مختلف عنوانن تي چيل نظم ۽ نثر جو اُهو يادگار ذخيرو ڏنو آهي جنهن ۾ سنڌ جا تمام گهڻ شاعر ياڳي پائي آهن.

بيدل ﷫ جي ڪلام ۽ سوانح تي گهڻو ڪجهہ لکيو ويو آهي پر اسان فقط هنن ڪتابن مان بيدل ﷫ جي ڪلام تي ڪيل خيال آرائي پيش ڪيون ٿا.

1ـ سنڌي شعر جي ڪسوٽي ليڪڪ پروفيسر لوڪو مل درياهي سنگهہ ڪيسواڻي. ڇپائيندڙ غلام محمد شاهواڻي هيڊ ماستر نور محمد هائي اسڪول حيدرآباد سال 1946ع

هِن ڪتاب ۾ بيدل ﷫ متعلق 96 صفحن تي حياتي ۽ ڪلام تي تبصرو ڪيل آهي. ڪتاب جي منڍ ۾ لکيو ويو آهي تہ ”هي صاحب (پروفيسر ڪيسواڻي) هن نامڪنئي درويش جي ساراہ ۾ ڪونہ اچي چنڪيو آهي، پر سندس شعر جون خوبيون توڙي خاميون پڙهندڙن اڳيان چٽيءَ ريت پيش ڪيون اٿس.



**بيدل ﷫ جي تصوف جي منزل:**

”بيدل صاحب درجي بدرجي تصوف جا سڀ ڏاڪا چڙهي وڃي مقصد جي چوٽ تي رسيو ۽ توحيد جو راز پوريءَ طرح پروڙيائين.“

**شاعري:**

فقير بيدل پنهنجي روحانيت جا راز پنهنجي دلچسپ ۽ رنگيلي شعر ۾ قلم بند ڪيا آهن. سندس نظم سندس جذبي ۽ احساس جو سچو اظهار آهي.

مثال:

نهين حاجت پڙهڻ پڙها وڻ دي سک رمز وجود وڃاوڻ دي
اکران دي وچ جوئي اڙيا عشق دي چاڙهي مول نہ چڙهيا
اثباتي دا علم جو پڙهيا موج انهان سر، سانوڻ دي

**روهڙيءَ شهر جي ساراهہ:**

زہے لہری کہ چوں جنات عدن است سراپا مجمع آرام و آمن است

**بيدل ﷫ نئين ٻوليءَ جو موجد:**

اڪثر ڪري سندس سنڌي غير رواجي آهي. سرائڪي لاڙيچڪي، پنجابي، هندي، اردو، فارسي، عربي سيني ٻولين جا شبد آزاد نموني ۾ پنهنجي شعر ۾ ايڪاگر ڪيا اٿس. خاص ڪري سرائڪي ۽ پنجابي لفظ، محاورا ۽ نحوي بناوتون چوٽ طرح ڪتب آندا اٿس مختلف پرڳڻن جي شاعرن جا ڪتاب پڙهيائين . جدا جدا پرانتن جي سالڪن ۽ عاشقن سان ڏيٺ ويٺ ٽيس ۽ ساٺن ڪو عرصو لهہ وچڙ ۾ رهيو اهڙي طرح پنهنجي واقفيت جو دائرو وڏائي وسيع ڪري نج سنڌي ڪي هڪ رنگارنگي روپ ڏنائين . هڪ غير رواجي سنڌي ٻولي رچي اُن ۾ پنهنجي ڪلام ڪي قلمبند ڪيائين. ان ڪري سندس سنڌيءَ



ڪي هڪ نرالي چهر ۽ دلچسپي آهي."

2_ تذڪرو (سنڌ جي شعر و شاعري جي تاريخ) جلد ٽيون مصنف: لطف الله بدوي ڇپائيندڙ: آر ايچ احمد برادرس حيدرآباد سال 52_1953ع

هِن ڪتاب جي صفحه 201 کان 248 تائين بيدل ﷫جي حياتي جو احوال ۽ مخصوص ڪلام ڏنل آهي. بيدل ﷫جي شاعري بابت هن حقيقت لکي آهي جيڪا هن ريت آهي.

"بيدل سائين جي تصنيفات جي ذڪر ۾ سندس شاعريءَ تي مفصل لکيو اٿم، مگر دل گهري ٿي ته اجا ڪجھ لکان. فقير صاحب سنڌي،سرائيڪي، هندي، پارسي ۽ عربي جو قادرالڪلام شاعر هو اگرچه شاعر جو لفظ ساڻس منسوب ڪرڻ خطا ٿي معلوم ٿئي. ڇو ته سندس پارسي شعر سچو حڪمت الاهي سان ڀريل آهي. سندس شعر جي هر هڪ سِٽ هدايت آهي.سنڌي يا هندي شعر ۾ به اهوئي فڪر ۽ اجتهاد آهي،جنهن ڪري ڪيس مفڪر چئجي ته به بجا آهي پنهنجي شعر ۾ِجتي تصوف جي هر نُڪتي تي عالمانه سمجهاڻيون ڏنيون اٿس اُتي علم اخلاق جا به درياهه وهايا اٿس."

3_ ديوانِ بيدل، مؤلف عبدالحسين شاه موسوي، ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سال 1954ع

موسوي صاحب بيدل ﷫جي غزل گوئي جي باري ۾ لکي ٿو:

ايران ۽ هندوستان جي فارسي ۽ اردو شاعرن گهڻو ڪري معشوق جي حسن جي تعريف سان گڏ سندس ناز بيوفائي، ظلم، ستم، جور ۽ جفا جي به شڪايت ڪئي آهي، پر بيدل جي ڪلام ۾ شڪوه شڪايت جي بوءِ به ڪانهي. البت عشق جو اظهار ڪيو اٿس، ڇاڪاڻ ته عشق کي نعمت سمجهي ٿو ۽ عشق جي تلقين ڪري ٿو.

اسين مثال ٿا پيش ڪريون.



عشق سندو آثار نڪي ڳجهو رهندو.
بره سندو بيمار نڪي ڳجهو رهندو

ديد بازن کي جڳ ۾ جائي. عشق ڪندو اظهار
بيدل عشق کي عار نہ جاڻج. ڏينديءَ مرد ميار
عشق دي حالت جنهن سر آئي، ڪرسي هميشہ وحدت وائي
عشق اٿاوي حجاب "هو" دا. سر صحي سمجهاوي
بيدل برهہ دي کيل تون بازي، پيچ طلسم دوئي دا غازي
عشق دا تڪڙا تاب. ڪثرت نون هڪ پل وچ کاوي

عشق مرثيہ جو جُزو لاينفق آهي. چاڪاڻ تہ مرثيہ جيلغوي معنيٰ اها ڪئي وئي آهي تہ اُهو شعر جنهن ۾ مرڻ واري جاڳڻ اهڙي انداز سان بيان ڪيا وڃن جو ٻُڌندڙن جي دل تي اثر ڪري. اسان جي خيال ۾ اُهوئي مرثيہ ڪامياب آهي جنهن جي هڪ هڪ حرف مان عشق پنهنجو مُڪڙو ايئن پَسائي جو ٻُڌندڙ يا پڙهندڙاِن حقيقت تائين پهچي تہ جنهن جي ياد ۾ مرثيہ چيو ويو آهي اُهو سندس سامهون موجود آهي ۽ اهو عنصر اسان کي بيدل رح جي چيل اُن مرثيہ ۾ ملي ٿو جيڪو هن غلام محمد جي ڏک ۾ آلاپيو آهي هي مرثيہ عربي زبان ۾ چيل آهي جنهن جو ترجمہ اصل اشعار سان ديوان بيدل جي صہ 34_35 تي ڏنل آهي. ترجمہ سيد عبدالحسين شاه موسوي صاحب اهڙو تہ پردرد انداز ۾ ڪيو آهي جو شايد ئي ڪو اهڙو ترجمہ ڪري سگهي ها.لهذا اسين اُهوئي ترجمہ ڏئي رهيا آهيون.

1_ اي منهنجا پاءُ تون ڪٿي آهين. آئون ڪٿي آهيان، بيشڪ زماني اسان جي وچ ۾ جدائي وڌي آهي.
2_ اسان کي تنهنجي جدائي جي طاقت (سهڻ جي) نہ آهي، پر قادر جي رضامندي کي اسان قبول ڪيو (راضي رهيا سون).
3_ هڪ زمانو (ڪو وقت هو جو) تون اسان سان اُنس ڪندڙ هئين، (محبت وندبيندڙ هئين) هاڻي تون اسان سان فقط تصور ۾ آهين يعني فقط اسان کي سنديءَ رڳو خيال رهيو آهي.



4ـ جدائي جي ڏينهن کان وٺي منهنجي اک مان سنڌءِ فراق (وڇوڙي) سبب ارمان ۽ غم جا ڳوڙها جاري آهن.
5ـ مون خيال ڪيو (ڀانيو) تہ ٿون آسان کان جدا نہ ٿيندين، پر تون اوچتو اسان کان ڌار ٿي وئين.
6ـ توکان پوءِ مونکي زماني امتحان وٺندي (آزمائيندي) غمن جا تير اُڇلائي هنيا.
7ـ مون کي طاقت نہ آهي اُن زندگيءَ جي ڪشادي ڪرڻ جي جيڪا مون تي تنگ ٿي ويئي آهي، اُن حال (حالت) جي ياد ڪرڻ سان، جنهن ۾ اسين گڏ هئاسون.

بيدلؒ کي فن تاريخگوئي ۾ تہ ڪمال حاصل هو ليڪن صنعت اقتباس (اُهو شعر جنهن ۾ قرآن مجيد جي ڪا آيت يا جزو آيت يا وري ڪا حديث نبويﷺ بيان ڪيل هجي) ۽ صنعت عقد (اُهو شعر جنهن ۾ قرآن مجيد جي آيت، حديث نبويﷺ، ارشادات آئمہ معصومين يا ڪنهن مفڪر جو قول ائين نظم ڪيل هجي جو پڙهندڙ کي ڄاڻ پوي تہ آيت آهي يا حديث، ارشاد آهي يا قول) کي نظم ڪرڻ ۾ پاڻ مڃايو اٿس. ڪيترن ئي شعرن ۾ اهي صنعتون موجود آهن. مثلاً حضرت علي عليه السلام جي ارشاد: "سلوني قبل ان تفقدوني" ترجمہ: (جيڪي: پڇڻو هجيو پڇيو ان کان اڳ جو آئون اوهان کان هليو وڃان) فقير صاحب مذڪوره ارشاد ڏانهن هيئن اشارو ڪيو آهي.

سَمجهہ سراسر سِر سَلوني
آهيـن تـون نـور نيارو۔

حضرت امام علي جي ارشاد: مَن عَرَفَ نفَسہ فَقَد عَرَفَ رَبہ (جنهن پنهنجو پاڻ کي سڃاتو تنهن پنهنجي رب کي سڃاتو) کي هيئن بيان ڪري ٿو:

مَن عَرَفَ جو ڪر نظآرو
بيـدل اکـڙيـون کول



## قرآن مجيد جي آيتن مان استفاده:

اُونهي هِنَ اسرار جي جنين پُرجهي مام
وَلَا خَوۡفٌ عَلَيۡهِمۡ وَلَاهُمۡ يَحۡزَنُوۡنَ[1] آيا ۾ آرام
عارف ٿيا عَلام، بيخودي باب پڙهي
(وحدت نامہ بيت 32)

سدا ڪن سبحان جي منجهان پرت پچار
وَمَا يَنۡطِقُ عَنِ الۡهَوٰى[2] عارف اِن آچار
ٽنين جي تنوار جَڏا رُوح جياريا
(وحدت نامہ بيت 39)

هَمہ ڪي هڪ چاڻ تون، تنهن ۾ شڪ نہ چاڻ
ذٰلِكَ الۡكِتٰبُ لَارَيۡبَ فِيۡهِ[3] هر جا حق سڃاڻ
جاڏي ڪاڏي چاڻ، موجودي محبوب جي
(وحدت نامہ بيت 56)

مرٽئون اڳي جي مَرين، تہ مُئو چوندءَ ڪين
وَلَاتَقُوۡلُوۡالِمَنۡ يُّقۡتَلُ فِيۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ اَمۡوَاتٌ[3] سڄ ساڻ يقين
قربدار ڪڏي نہ محبت وارو مات ٿئي
(وحدت نامہ بيت 72)

طهورا تحقيق جو جَنين پيتو جال
وَ سَقٰهُمۡ رَبُّهُمۡ شَرَابًا طَهُوۡرًا[4] نانگا ٿيا نهال

---

[1] سوره بقر آيت 62 ترجمہ: ۽ نہ (قيامت ۾) هُنن تي ڪنهن قسم جو خوف هوندو ۽ نہ رنجيده هوندا ـ

[2] سوره نجم آيت 3ترجمہ: ۽ هو تہ (پنهنجي) نفساني خواهش سان ڪجهہ ڳالهائي ئي نہ ٿو ـ

[3] سوره بقره آيت 2 ترجمہ: هي اُهو ڪتاب آهي جنهن ۾ شڪ جي گنجائش نہ آهي

[4] سوره بقره آيت 54 ترجمہ: ۽ جيڪي ماڻهو الله جي راهہ ۾ ماريا ويا اُنهن کي ڪڏهن مُئل نہ چئجو بلڪ (اهي ماڻهو) جيئرا آهن مگر توهين (انهن جي زندگي جي حقيقت جو) ڪجهہ بہ شعور نہ ٿا رکو.

[5] سوره دهر آيت 21 ترجمہ: ۽ هنن جو پروردگار هُنن کي نهايت پاڪيزه شراب پياريندو ـ



حاصل ڪري حال، ڦالئون ڇُڪا ڪاپڙي
(ابيات سنڌي بيت 20)

بيدل فقير جي تصنيف وتاليف متعلق جيڪا خيال آرائي سيد عبدالحسين موسوي، ديوان بيدل جي ص88 تي ڪئي آهي اَسين بہ اُن ئي خيال جا حامي آهيون۔شاه صاحب لکي ٿو:

"فقير صاحب متضاد خوبين جو مالڪ هو۔ جيڪڏهن هو عاشق هوتہ ساڳئي وقت هڪ زبردست عالم بہ هو۔هڪ طرف محبت ۾ مستانو هوتہ ٻئي طرف شرعي علم ۽ فقهہ ۾ فرزانو هو۔صوفي هو پر شريعت جي حڪمن جو پورو پورو پابند هو۔شاعر بہ هو ۽ نثر نويس بہ۔ سندس سوانح حيات جي مطالع ڪانپوءِ تصور بہ مشڪل تي پوي ٿو تہ هِن بزرگ ڪيئن عشقيہ زندگي کي گذار يندي علم طب، انشا پردازي، علم فقهہ ۽ تصوف جي نُڪتن ۽ دقيق مسئلن بابت ڪتاب لکيا هوندا ـ"

اها حقيقت آهي تہ فقير بيدل جيڪي ڪجهہ لکيو آهي اُهو اُن عشق حقيقي جو معجزو آهي جيڪو هِن کي قدرت کان مليل هو۔اگر زير نظر ڪتاب ۾ ٻنهي قصن هيرَ رانجهو ليليٰ مجنون کي دل سان هنڌائي پڙهبو تہ اسانجي مٿين دعوي جو دليل سامهون اَچي ويندو۔

## ليليٰ مجنون

ليليٰ مجنون سرزمين عرب جي عشقيہ واقعن مان هڪ اهڙو واقعو آهي جنهن جي اڄ بہ شهرت آهي۔ هن داستان جو تعلق قيس بن ملوح بن مزاحم معروف بہ مجنون سان آهي جنهن جي وفات جو سال ٨٠ هجري آهي[1] جنهن مان ظاهر آهي تہ حضرت

[1] بلوچ نبي بخش، ڊاڪٽر: مشهور سنڌي قصا (ٻاهريان قصا ۽ عشقيہ داستان)، ص21



امام علي ابن الحسين عليه السلام جي عهد امامت ۾ قيس جهنگن ۽ بيابانن جي واري سرتي وسائيندو عشق جي چوٽ جي سَٽَ نہ سهي پاڻ تہ دنيا مان هليو ويو مگر سندس ناڪام عشق جو افسانو سندس ئي عشق جي مشهور قصہ کي بيان ڪندڙن کي ادبي دنيا ۾ائين تہ روشناس ڪرايو ڇڏ ڪہ اُهي شاعر- سندن شاهڪار ۽ ليليٰ مجنون هڪ ٻي جي لاءِ لازم و ملزوم آهن ۽ رهندا-

هي واقعو عربي زبان جي ڪتاب اعلام النساءِ ج۳، ص ۱۳۷۲ کان ۱۳۷۱ تائين درج ڪيل آهي جڏهن تہ فارسي زبان جي شاعرن هن قصہ کي ايتري اهميت ڏني جو هر يگانہ روزگار شاعر اُن کي پنهنجي ڪلام جو طره امتياز بنايو

علي اڪبر دهخدا جي لغت نامہ ۾ لفظ 'ليليٰ' جي معني هيءَ آهي

ليليٰ (ل لا) (اخ) بنت سعد بن ربيعة معشوقہ قيس بن ملوح بن مزاحم معروف بہ مجنون ليليٰ-

اردو دائره معارف اسلاميہ [1] ۾ لفظ 'مجنون' جي معنيٰ:

مجنون: عربي، فارسي، ۽ ترڪي ادبيات ۾ المجنون يعني اُهو شخص جنهن تي جنن جو سايہ هجي- "ديوانہ" جو لقب خاص طور تي قيس بن الملوح (ٻين راوين جي نزديڪ هِن جي پيءَ جو نالو مُعاذ هو) جي لاءِ استعمال ڪيو ويجي ٿو- يعني بَنو عامر بن صعصعة جو مجنون جنهن جي ليليٰ سان عشق جو افسانہ تمام اسلامي دنيا ۾ مشهور آهي هي ليليٰ بنت سَعد بہ انهي قبيلي جي هڪ عورت هئي، چيو وَيجي ٿو تہ قيس ۸۰هہ جي قريب فوت ٿيو-

مجنون لفظ جي معني ڏيندي آخر ۾ هيءُ حقيقت بيان ڪئي وئي آهي!

صحرائي عرب جي هن داستان عشق کي فارسي زبان جي



[1] زير اهتمام دانش گاه پنجاب لاهور جلد 18 (لاهور-محل) ۱۴۰۵هہ/1985 طبع اول



رومانوي ۽ صوفيانہ شاعري جو هڪ مقبول عام موضوع بنائڻ جو ڪم سڀ کان پهرين نظامي گنجوي شروع ڪيو جنهن جي خمسہ ۾ ليليٰ مجنون ٽين مثنوي آهي-فارسي ادبيات ۾ انهي نالي پيون مشهور ترين مثنويون امير خسرو دهلويء جامي ۽ هاتفي جون آهن-ترڪي ۾ حمدي بہ ليليٰ ومجنون جو قصہ نظم ڪيو آهي-

صوفي مصنفين جي نزديڪ مجنون هڪ اهڙو روح آهي جيڪو درد و غم، استغراق ۽ ترڪ لذات جي وسيلي سان وصال الاهي جو آرزو مند آهي-

اسانجي سنڌ ۾ هي واقعو ايران مان ايندڙ اُنهن شاعرن ذريعي پهتو جيڪي خصوصاً مغلن جي دَور حڪومت ۾ آچي ٺٽي ۾ رهيا- اُن وقت ٺٽو سنڌ جو اُهو علمي ۽ ادبي مرڪز هو جنهن جي شاعرن متعلق ڪتاب 'مقالات الشعراءِ' ۽ ڪتاب 'تڪلمہ مقالات الشعراءِ' قابل احترام اديبن ۽ شاعرن لکي ايندڙ نسلن جي رهنمائي ڪري ڇڏي پر اُن هوندي بہ ڪيترا مشهور معروف شاعر رهجي ويا جن جو تذڪرو بهرحال مختلف ڪتابن ۾ ايندو پيو رهي-۽ جيئن جيئن اسانجو ادب ترقي جون منزلون طئي ڪندو رهندو تيئن اهڙن ناميارن شاعرن کي اسان جا محقق صاحبان گوشئہ گمنامي مان ڪڍي عوام الناس کي اُنهن جي ادبي شاهڪارن کان فيضياب ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪندا رهندا- فارسي زبان جا ايراني شاعر تہ بيان طرازي ۾ يَد طوليٰ رکن ٿا مگر سنڌ جي شاعرن پنهنجي قدرتي مليل ڏات ذريعي جن عشقيہ داستانن کي عوام آڏو پيش ڪيو آهي. انهن مان ڪچ جوشاعر سيد فاضل شاهہ بہ آهي جنهن ٣٧ رمضان المبارڪ ١١٢٦هہ ۾ هن واقعي کي نظم ڪري اختتام جي سروپاءِ پهرائي- وري خليفہ عبدالله نظاماڻي بن خليفہ محمود (المتوفي ١٢٦٧هہ). ڪڙيہ گهنور تعلقي گوني جي ويٺل سن ١٢٠٨هجري ۾ نظم جي صورت ۾ هي واقعو بيان ڪيو آهي- ١١٢٦هہ کان ١٢٠٨هہ تائين



۷۵ سال جو عرصو نہ ٿو بيهي جيڪو ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪتاب مشهور سنڌي قصا جي صفحا 22تي ڄاڻايو آهي۔ ۱۱۲۶ھہ کان ۱۲۰۸ھہ تائين ۷۲ سال ٿين ٿا۔اگر ۷۵ سال ۱۲۰۸ھہ مان ڪَٽَ ڪجن ٿا تہ ۱۱۳۳ھہ سال بيهي ٿو۔اگر ۱۱۲۹ھہ سان حساب لڳايون ٿا تہ ۷۵سال ظاهر ٿين ٿا۔ جيئن تہ ڪتاب ۾ سال۶يا ۹ صحيح نموني سان ڇپيو ناهي اِن ڪري ڪو حتمي فيصلو نہ ٿو ڪري سگهجي۔

۱۲۰۸ھہ تائين اگر تاريخ جو مطالعو ڪريون ٿا تہ اها ڳالهہ واضح ٿيو وڃي تہ سنڌ تي ۱۰۰۰ھہ (92_1591) تا ۱۱۵۱ھہ (38_1837ع) مغل گورنرن جو راڄ رهيو آهي، هِنَ ۱۵۱سالن ۾ علم وادب جي ترقي ٿي آهي۔اهاڀي ڳالهہ آهي تہ اسانجي نامور شاعرن ۽ اديبن پنهنجي ادبي محنتن سان ڏارين ٻوليءَ کي تہ ورسائي پنهنجي ڌرتيءَ جي اَملهہ ماڻڪن کي ايترو تہ هيٺ ڪيو جو ميان سرفراز خان ڪلهوڙي جو هي شعر پڙهي اچرج ٿي لڳي:

سرفراز اهل سنده کس شعرت نمي فهمد
به بند اين دسته گل رابراهل صفاهان بر

ترجمہ: اَي سرفراز اهل سنڌ تنهنجو شعر نہ ٿا سمجهن، تنهن ڪري پنهنجي اشعار جو بند ٿيل گلدستو اصفهان (ايران) ڪڻي وڃ [1]

ميان سرفراز خان عباسي سنڌ جي تخت حڪومت تي ۱۱۸۶ھہ ۾ ويٺو جڏهن تہ حضرت شاهہ عبداللطيف ؒ هِنَ فاني جهان ۾ ۱۱۰۱ھہ ۾ پيرپاتو آهي ۽ ۶۳ورهين جي ڄمار ۾ ۱۱۶۵ ۾ برقعو مٽايائين هِنَ عرصہ ۾ شاهہ صاحب پنهنجي بيتن ذريعي سنڌي سڀاجهڙن کي علم و ادب جي اُنهي نعمت سان مالا مال ڪيو جنهن کان ميان سرفراز محروم رهجي اهڙي شڪايت

[1] عباس علي بيگ ميرزا: خدا يار خاني ميان سرفراز خان عباسي، ص 58



ڪئي آهي.

هِنَ بحث جو مقصد ايهو آهي تہ ڇا ١٥١سالن ۾ ڪوبہ اهڙو شاعر پيدا نہ ٿيو جيڪو سنڌي زبان ۾ عوام کي ڪو تحفو ڏئي سگهي ها؟ يقيناً اهڙا صاحبان علم ضرور هوندا مگر اُهي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ خاموش رهي ادبي خدمتون سرانجام ڏيندا رهيا تڏهن تہ لطف الله بدوي صاحب پنهنجي تصنيف ڪيل ڪتاب تذڪرو ۾ لکيو آهي:

”آءُ حيران ٿي ويس جڏهن ڏٺم تہ سنڌي شاعري هڪ بحربي پايان آهي مصيبت تہ اِها هئي جو گذري ويل بزرگن جا حالات مستند روايتن سان هن وقت ملڻ گهڻو مشڪل ٿي نظر آيا. مگر منهنجي همت تائيد غيبي سان هِنَ بحربي ڪنار ڪان مونکي ٻاهر وٺي آئي. ٽيون جلد تيار ٿي ويو ڪتاب جي وڏي وڇڻ سبب باقي بزرگن جو احوال جيڪڏهن حياتي مستعار باقي رهي تہ چوٿين جلد ۾ ڏيندس.“ [1]

مقصد تہ شعرن جا موتي تہ گهڻان ئي آهن پَرَ آهن جو سپن جي پيٽَ ۾. سو اُنکي ڇا ڪجي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي قسمت سان ڪَڇَ جي علائقي مان سن ١٢٧٥هہ جو لکيل قلمي نسخو فاضل شاهہ جو ليليٰ مجنون وارو قصو دستياب ٿيو جنهن جو ذڪر ڪتاب ۾ آيو آهي، مرقع ليليٰ مجنون سال 1885ع ۾ مرزا محمد هادي رسوا لکيو آهي، جيڪو نظم ۽ نثر ۽ تمام خوب انداز سان بيان ٿيل آهي، ٻنهي جي انجام بابت مصنف لکي ٿو تہ ليليٰ جي موت جي خبر مجنون کي جڏهن وادي نجد ۾ پيئي تہ رئندو پٽيندو ليليٰ جي محلہ ڏانهن روانو ٿيو ۽ هڪ هڪ کان ليليٰ جي قبر بابت پڇڻ لڳو پر ڪنهن نہ ٻڌايس، آخرڪار پاڻ ئي ليليٰ جي قبر ڳولي لڌائين جڏهن قبر تي پهتو تہ دل گواهي ڏنس تہ ايها ئي ليليٰ جي قبر اٿئي تہ قبر کي ڏَسي هي شعر پڙهيائين

[1] بدوي لطف الله: تذڪره لطفي، ج ٽيون



ارادو اليخفوا قبر عن محبها
وطيب تراب القبر ولى على القبر

ترجمہ: ۽ ماڻهن چاهيو تہ هِنَ (ليليٰ) قبر کي اُن جي محب (عاشق) کان لڪايون. مگر خاڪ قبر جي خوشبو اُنجي قبر تائين رهنمائي ڪئي.

۽ اِهوئي شعر پڙهندي پڙهندي پرينءَ جي پيراندي پَساَه ڏني ليليٰ جي پَرسان قبر جي پاڪر ۾ وَڃي آرامي ٿيو. مجنون عالي دماغ شاعر هو. سندس هي عربي نثر ۾ جواب ۽ شعر ڪيڏا نہ پيار پريا حقيقي حقيقت عشق جو اظهار پياڪن.

الف: أمر على الديار ديار ليلى اقبل ذالجدار و ذالجدار
وصاحب الديار شغفن قلبى ولكن حب من سكن الديار

ترجمہ: جڏهن آئون گهرن وٽان لنگهان ٿو تہ ليليٰ جي گهر کي چمان ٿو. ڪڏهن هُنَ ديوار کي ڪڏهن هِنَ ديوار کي انهن گهرن ۽ ديوارن منهنجي دل کي ناهي لُٽيو بلڪ اُنهن جي محبت ۽ دوستي منهنجي قلب کي لٽيو آهي جيڪا اُنهن گهرن ۾ رهي ٿي. انهي ڪري محبت جي اثر ۾ هنن ديوارن کي چمان ٿو. [1]

ب: نذر على لئن عادوا وان رجعوا
لازرعن طريق التفت ريحانا

ترجمہ: مون بَاسَ باسي آهي تہ اگر هي واپس اَچي ويو تہ تفت جي راَه ۾ ريحان جا گُلَ پوکيندس. تفت اُهو علاقہ آهي جنهن جو تعلق ليليٰ ۽ مجنون جي مشهور قصہ سان آهي. ليليٰ اُن سرزمين تي سڪونت پذير هُئي ۽ هي شعر مجنون عامري جو آهي. [2]

---

[1] ڪتاب اسلام مين مقام قرآن وعترت 193ص194 مصنف آيت الله آقائي شيخ علي شاهرودي. مترجم سيد محمد حسين زيدي الباهروي. ناشر مصباح القرآن ٽرسٽ لاهور

[2] ڪتاب حَماسئہ حسيني ص 23/24 آيت الله شهيد مرتضي مطهري. مترجم ڈاڪٽر سهيل بخاري. ناشردارالثقافة الاسلاميه.



جيتري قدر فارسي زبان ۾ ايراني شاعرن جي هن ڏس ۾ ڪارگذاري ڪيل آهي اها تعجب خيز آهي. ناميارن ايراني شاعرن هن قصي کي مختلف طريقن سان بيان ڪيو آهي. چوٿين صدي جي آخري دور ۾ بابا طاهر همداني عارف معروف هن داستانِ عشقي کي داستانِ حُب خالص ۽ عشق متبادل قرار ڏيندي چيو آهي:

چه خوش بی مهربانیہر دو سر بی کہ یکسر مهربانی درد سربی
اگر مجنون دل شوریده ای داشت دل لیلی از آن شوریده تربی

علي اڪبر دهخدا پنهنجي تحرير کي جنهن اشعار سان مُزّين ڪيو آهي اُنهن ۾ هي خوبصورت قطعه به آهي:

گفت با لیلی خلیفہ کایں توی کز توشد مجنون پریشان و غوی
از دگر خوبان تو افزون نیستی گفت خامش چون تو مجنون نیستی

اهڙيءَ ريت هي عشقيه داستان ادب جي جان بنجڻ شروع ٿيو تان جو نظامي گنجوي هڪ مثنوي "عشقنامه ليليٰ و مجنون" لکي جيڪا مڪمل ليکي وڃي ٿي. سنه ۵۸۴ھ ۾ سندس لکيل مثنوي جا ۴۴۵۰ بيت آهن. بس، هن مثنويءَ جو منظر عام تي اچڻ چيا هو جڻ ته محفل ادب ۾ هڪ اهڙي شمع سخن روشن ٿي وئي جنهن تي عالي دماغ شاعر پروانه وار ڦرندا رهيا ۽ ڏسندي ئي ڏسندي ۵۰ کان وڌيڪ سرسبز و شاداب گل مثنوين جي روپ ۾ ڪڏهن بوستان حُسن ته ڪڏهن گلستانِ ادب ۾ پنهنجي سُرهاڻ پکيڙڻ لڳا.

نظامي گنجوي جي ۴۴۵۰ بيتن جي مثنوي اُنهيءَ وڻ جي مثال آهي جنهن جون ٽاريون ٿُڙَ کان طاقت وٺي ايتريون ته زورآور ٿي ويون جو آسمان جي بُلندي کي ڇُهڻ سان گڏوگڏ زمين بوس به اهڙي طرح ٿيون جو ڏسڻ وارا اُنهن کي ئي ڏسندا رهيا ۽ ٿُڙَ ڏانهن



ڪنهن ڏيان ئي نہ ڏنو. مقصد تہ اصل واقعو ايترن شعرن جي وچ ۾ اهڙو لڪي ويو جو حقيقت ئي مشڪوڪ ٿي وئي جنهن جو اظهار ڊاڪٽر بلوچ صاحب هيئن ٿو ڪري:

"عالمن جي راءِ ۾ "مجنون" محض ليليٰ مجنون" افسانوي جو هڪ خيالي ڪردار آهي." (ڪتاب مشهور سنڌي قصا ص 21)

ليڪن سنڌ جي سدا حيات شاعر حضرت عبدالقادر بيدل هن عشقيہ داستان کي حقيقي روپ ۾ بيان ڪري هِڪَ سچي عشق جي پَت رکي ڇڏي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب مجنون جي وفات جو سال ٨٠هہ ڄاڻايو آهي. ۽ بيدل سائين جي چيل قصہ ۾ مجنون جي عشق جو آغاز اُن وقت ٿئي ٿو جڏهن هِنَ جي پيءُ کيس مڪتب ۾ علم پرائڻ ويهاري ٿو جتي اتفاق سان ليليٰ بہ علم حاصل ڪرڻ اَچي ٿي-ٻئي مڪتب ۾ روبرو ويهن ٿا-دل دل سان ملي وئي-۽ عشق حُسنَ جي ڪمانَ مان فراق جو تير ڇڏيو جيڪو ٻنهي جي دلين کي زخمي ڪندو غائب ٿي ويو. اسانجي خيال ۾ مجنون جي عُمر ڄمڻ کان مرڻ تائين ويھ يا ٻاويھ ورهيہ آهي-ڄاڪاڻ تہ اِهائي اُها ڄمار آهي جنهن ۾ خصوصاً عاشقن جو دل و دماغ پنهنجي وس ۾ نہ هوندو آهي- جيئن سائين بيدل فقير جو فرزند ٢٣ورهيہ زندگي جا چمن عشق جي گلن کي ڏئي ڳنيي کي سدابهار گل بنائي وڃي جنت جي باغن کي وسايائين-ساڳيءَ ريت مجنون بہ ٥٩هہ ۾ هِنَ جهان ۾ پير پائي عشق جي ناڪامي برداشت نہ ڪري سَاهہُ ڏٽيءَ سائينءَ جي نذر ڪري ڇڏيائين- بيدل سائينءَ جي چيل قطعہ جا ڪُل ارڙهن بيت آهن. جنهن جي آغاز ۾اِهو ڏسايو ويو آهي تہ عاشقن جو وڏو مرتبو آهي ۽ هنن جا قصہ جڳ جهان ۾ احسن القصص (تمام بهترين قصہ) آهن-جن قصن ۾ جيئن مجنون جو قصو بي مثال آهي تنئين مجنون پڻ باڪمال هو-

## مجنون جو مڪتب ۾ داخل ٿيڻ ۽ مڪتب جو نظارو:



بود در مکتب دوصف ہردو مقابل

یکدگر دریکی صف کودکان دردگر دوشیزگان

اتفاقاً قیس غمزده دران مکتب نشست

روبروی رخت لیلیٰ نام رشکِ گلرخان

ٻنهي جو آمهون سامهون ويهڻ، هڪ ٻئي کي ڏسڻ گويا قيامت هُئي،

مظہر نور مقدس دیده وازخود برفت

میل ازہر دو طرف گردید در عالم عیان

نتيجو اُهوئي نڪتو جنهن جو بيان قطعہ ۾ ٿيل آهي۔انجام ٻنهي جو مِٽيءَ ماءَ حوالي ٿيڻ تي ٿيو۔ ڊاڪٽر بلوچ صاحب مٿي ڄاڻايل ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ مجنون جي پيءُ ليليٰ جي پيءُ کان سڱ گھريو تہ جيئن مجنون ۽ ليليٰ جي شادي ٿي پر ڏيءَ جي پيءُ جي انڪار تي، قيس، ليليٰ جي عشق ۾ ديوانو ٿي پيو ۽ بربيابان ووڙيندو ليليٰ، ليليٰ پڪاريندو رهيو ۽ انهيءَ ڪري مجنون (ديوانو) جي لقب سان مشهور ٿيو۔ انهيءَ عشق ۽ ديوانگي واري حالت ۾ ٨٠هہ ۾ وفات ڪيائين. تقريباً اِهوئي بيانُ فارسي ۽ اردو نظم ۽ نثر نگارن ڄاڻايو آهي،

بيدل سائين قيس جي مڪتب ۾ ويهڻ وقت ڄمار ڏهہ سال ڏسائي آهي۔۽اِهو بہ سچ آهي تہ ڏسندي ئي ڏسندي هنن جي عشق جو داستان محبت جي آسمان تي چنڊ بنجي جرڪڻ لڳو جنهن کان ڪوبہ بي خبر نہ هو ليليٰ جي ماءُ ڌيءَ کي مڪتب مان اُٿاري ڇڏيو ۽ ڌيءَ کي نصيحت ڪندي رهي تہ اِهو سڀ ڪجھہ دل تان وساري ڇڏ ۽ جهان ۾ رسوا نہ ٿي مگر ليليٰ اِهوئي جواب ڏنو تہ اِهو ئي تہ منهنجي وس ۾ ناهي۔ مجنون ۽ ليليٰ جي شادي وارو بيان رڳو



قصہ ڪي رنگين بنائڻ جي لاءِ آهي- ورنہ اُنجي ڪا حقيقت نہ آهي. بيدل فقير صاحب جي چيل قطعہ سنڌي زبان جي اُنهن شاعرن جي ڪلام ڪان متاثهين آهي جن فارسي زبان ۾ قابل قدر شاعري ڪئي آهي هِنَ حقيقت ڪان انڪار نہ ٿو ڪري سگهجي تہ جيئن اسين سنڌي بين زبانن جي شاعرن ۽ نثر نگارن جي قدر افزائي ڪندا آهيون تيئن ورلي ڪنهن ڏارين ٻوليءَ واري اسانجي شاعر جي محنت جو اعتراف ڪيو هجي، ليڪن محترم عبدالقيوم صاحب صاحب جاهي الفاظ سونهري حرفن سان لکڻ جهڙا آهن:

”مرتضائي جو هي ’دوازده بند‘ لاجواب آهي-ڪاش هي شخص (محتشم) ڪا شيءَ جي ڏينهن ۾ هجي ها تہ ڪيس پَتو پوي ها تہ سنڌ ڌرتيءَ اهڙا سپوت پيدا ڪيا جيڪي اهل زبان نہ هوندي بہ اهل زبان سان برميچي ٿي سگهيا. هنن جي ڪلام ۾ معنوي ۽ صوري خوبين سان گڏ فصاحت ۽ بلاغت جا دريا موجزن آهن.“[1]

هِنَ حقيقت ڪان تہ شايد ئي ڪو سخن فهم انڪار ڪري تہ شعر شاعر جي دل جو آواز ناهي-شعر شاعر جي اُن ڪيفيت کي ظاهر ڪري ٿو جيڪا دل جو آواز بنجي زبان تي اَچي ٿي، پوءِ اُن کي سمجهڻ وارا بہ اهڙا ئي دل وارا گُهرجن-سيد عظيم الدين ٺٽوي ڪهڙي نہ بهترين پيرايہ ۾ پنهنجي شاعري جو تعارف ڪرائي رهيو آهي.

نہ فہمد اہل قلم، حرفم اہل دل فہمد
کہ حرف مَن نبود کار کلک، کار دل ست

[1] صائب عبدالقيوم: ثابت علي شاهہ شخصيت ۽ شاعري، ص 143.
صائب صاحب جو شمار نہ رڳو سنڌ جي نامور اديبن ۾ ٿئي ٿو بلڪ پيشي جي لحاظ ڪان هو حيدرآبادجو هڪ نامور وڪيل پڻ آهي.سنڌي، عربي، فارسي، اردو زبانن تي ڪافي عبور رکي ٿو. علم عروض تي سندس لکيل ڪتاب ”عروض جا اهڃاڻ“ قابل تعريف آهي. هن وقت حيدرآباد جي ادبي تاريخ لکي رهيو آهي. جيڪا تحقيق جي ميدان ۾ محققن لاءِ نوان موڙ پيدا ڪندي.



بغیر اہل دلش مشتری نہ خواہد شد
کہ ایں متاعِ گران مایہ از دیار دل ست

ليليٰ مجنون جو قصو مختصر مگر جامع جيڪو فقير بيدل سائين نظم ڪيو آهي يقيناً اُن کي اهل قلم نه سمجهي سگهندا بلڪ اُن جا حرف اهل دل سمجهندا انهيءَ ڪري جو اهو ڪلڪ جو ڪمال ناهي بلڪ دل جو ڪم آهي جنهن جو سواءِ اهل دل جي ڪوخريدار نه ٿي سگهندو ڇاڪاڻ ته ايهو اَملهه ماڻڪ خزانو دل جي شهر سان تعلق رکي ٿو۔محسوس ائين پيو ٿئي ته عظيم ايهو ڇيوئي بيدل فقير جي ڪلام لاءِ آهي جنهن کي حقيقت ۾ سمجهڻ انهن جي وَس جي ڳالهه ناهي جن جي دل هِنَ درد کان خالي آهي، ليليٰ مجنون جو داستان جيڪو عربي، فارسي، سنڌي ۽ اردو نظم ، نثر، بيت، غزل، ناول ۽ فلم جي صورت ۾ ظاهر ٿيو ان جو تفصيل هن ريت آهي.

| عربيءَ ۾ قصو ليليٰ مجنون | | | |
|---|---|---|---|
| | عنوان | شاعر/محقق | تفصيل |
| 1 | قيس عامري | قتيبہ دينوري | سن ۳۰۰هه ۾ قيس عامري جي عنوان سان هي قصو ڪتاب 'الشعر والشعراء' ۾ لکيو ويو. ابن قتيبہ دينوري هن ڪتاب جو مصنف آهي. |
| 2 | قيس و ليليٰ عامري | ابوالفرج علي | سن ۴۰۰ هه ۾ معروف محقق ابوالفرج علي بن الحسين بن محمد بن احمد القرشي الاصفهاني (۲۸۴هه-۳۵۶هه) هي قصو تفصيل سان جمع ڪري ڪتاب 'اغاني' جي |



| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | زينت بنايو. وزير سلطنت ديالمہ اسمعيل بن عباد جي توسط سان هي قصہ ايران جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهلجي ويو ۽ عارف معروف بابا طاهر همداني هن داستان عشقي کي داستان حب خالص ۽ عشق متبادل ڏنو آهي. |
| فارسيءَ ۾ قصہ ليليٰ مجنون | | | |
| 1 | حُبَ خالص | بابا طاهر عريان همداني | ايران ۾ هي شاعر "دوبيتي" جي ڪري مشهور آهي سندس چيل "دوبيتي" ليليٰ و مجنون متعلق:<br>چه خوش بی مهربانی هر دو سر بی<br>که یکسر مهربانی درد سر بی<br>اگر مجنون دل شوریده ای داشت<br>دل لیلیٰ از آن شوریده تر بی |
| 2 | رخسار ليليٰ | رابعہ بنت ڪعب خضداري | آل سبگتگين جي قديم ترين شاعرن مان آهي هن بہ ليليٰ مجنون متعلق هڪ قطعہ چئي آهي جيڪا هن ريت آهي:<br>دگر لاله در باغ مأوی گرفت<br>چمن رنگ ارتنگ مانی گرفت<br>مگر چشم مجنون به ابر اندر ست<br>که گل رنگ بر خسار لیلی گرفت |
| 3 | مجنون عامري | محمد عوفي الطالقاني | هن شاعر بہ بہ بيت ليليٰ مجنون متعلق هيئن چيا آهن: |



| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | چنانم کہ مجنون عامر بود<br>ز تیمار لیلیٰ بہ لیل و نہار<br>وفادار مہر توام تازیم<br>توخواہی وفادار وخواہی مدار |
| 4 | بلبل و ليليٰ | منوچهري | ابوالنجم احمد منوچهري المتوفيٰ: ۴۳۲ھ جو شعر:<br>بلبل بغزل طیره کند اعشی را<br>صل صل بنوا سخره کند لیلی را |
| 5 | حسن و جمال ليليٰ | انوري | اوحد الدين محمد انوري سلطان سنجر جي عهد سلطنت جو معروف ترين شاعر ۵۸۷ھ ۾ وفات ڪيائين. ليليٰ و مجنون کي هيئن ياد ڪيو اٿس<br>کجاست مجنون تا عرض داده دریابد<br>نگارخانہ حسن و جمال لیلی را |
| 6 | مجنون و ليليٰ | شيخ سعدي | مشرف الدين بن مصلح بن عبدالله سعدي شيرازي سال پيدائش ۶۰۶ھ ۽ وفات ۶۹۱ھ تا ۶۹۴ھ هن جي تصنيفات مان ڪتاب گلستان ۽ بوستان کي ادب ۾ تمام اهميت حاصل آهي ليليٰ و مجنون لاءِ چوي ٿو:<br>ماہیچ ندیدیم و ہمہ شہ بگفتند<br>افسانہ مجنون بلیلی نرسیده |



| 7 | حڪايت | مولوي رومي | جلال الدين محمد بن سلطان العلما بهاء الدين محمد بن حسين الخطيبي ٦٠٤هہ بلخ شهر ۾ ڄائو ۽ ٦٧٢هہ ۾ وفات ڪيائين. سندس چيل مثنوي معنوي معروف آهي جنهن جا ٢٦ هزار بيت آهن. ليليٰ و مجنون لاءِ چيل سندس حڪايت هيئن آهي.<br>گفت بالیلی خلیفه کان توئی<br>کز تو شد مجنون پریشان و غوی<br>از دگر خوبان تو افزون نیستی<br>گفت خامش چون تو مجنون نیستی |
|---|---|---|---|
| 8 | غزل | حافظ شيرازي | شبِ مجنوں بہ لیلی گفت کہ محبوب بی ہمتا<br>ترا عاشق شود پیدا ولی مجنون نہ خواہد شد.<br>ميرزا قليچ بيگ اهو خيال هيئن ٿو بيان ڪري:<br>عرب ۾ ٿيا ٿيس عاشق ٻيا گهڻا،<br>مٿي ليليٰ، مجنون سدا ڪونہ ٿئي. |
| 9 | زلف ليليٰ | سلمان ساوجي | خواجہ جمال الدين بن خواجہ علاء الدين محمد سلمان ساوجي ٧٠٠هہ ۾ ساوه شهر ۾ ڄائو ۽ ٧٧٨هہ ۾ اُتي ئي وفات ڪيائين. ليليٰ مجنون کي هيئن ياد ڪيو اٿس:<br>بوی صبح چوں مجنوں صبا ز جای بجست<br>مگر کشاد دم صبح زلف لیلی را |



| 10 | حديقة الحقيقة | سنائي | ابوالمجد مجدود بن آدم سنائي ٥٠٠ هہ ۾ پيدا ٿيو ۽ ٥٤٥هہ ۾ وفات ڪيائين. ليليٰ مجنون لاءِ شعر:<br>آن شنيدی کہ در عرب مجنون<br>بود بر ليلی آنچنان مفتون |
|---|---|---|---|
| 11 | ليليٰ و مجنون | نظامي گنجوي | سال ٥٨٤هہ ۾ ٤٤٥٠ بيتن جي هڪ مثنوي چئي |
| 12 | ليليٰ و مجنون | اميرخسرو دهلوي | سال ٦٨٩ هہ ۾ ٢٦٦٠ بيتن جي مثنوي نظم ڪئي |
| 13 | ليليٰ و مجنون | عبدالرحمن جامي | مثنوي ٣٨٦٠ بيت |
| 14 | ليليٰ و مجنون | مثالي ڪاشاني | سال ٨٩٧هہ ۾ منظوم داستان، ڪتابخانہ مجلس شورا ملي ايران ۾ هن داستان جو نسخہ موجود آهي |
| 15 | ليليٰ و مجنون | هلالي استر آبادي | شاعر سنہ ٩٣٥ هہ يا ٩٣٦هہ ۾ فوت ٿيو. منظوم داستان برطانيہ جي عجائب گهر ۾ نسخہ موجود آهي |
| 16 | ليليٰ و مجنون | ميرحاج | علي شير نوائي جو همعصر شاعر ٩٠٦ هہ ۾ فوت ٿيو |
| 17 | ليليٰ و مجنون | قاسم گنابادي | شاعر شاهہ طهماسپ (٩٨٤هہ –٩٣٠هہ) جو همعصر هو سندس لکيل داستان جا ڪجهہ بيت 'تذڪره هفت اقليم' ۾ نقل ڪيل آهن |



| 18 | ليليٰ و مجنون سهيلي | امير نظام الدين احمد | هن شاعر ٩١٨ هه ۾ انتقال ڪيو |
|---|---|---|---|
| 19 | ليليٰ و مجنون | ضميري | هي شاعر شاه طهماسپ جو همعصر آهي |
| 20 | ليليٰ و مجنون | مقصوڏ بيگ شيرازي | 'تذڪره سامي' ۾ هن داستان جا ڪجهه شعر نقل ڪيا ويا آهن. هي شاعر سام ميرزا جو همعصر ٿي گذريو آهي. |
| 21 | ليليٰ و مجنون | مڪتبي شيرازي | هن شاعر سال ٨٨٦هه ۾ هي داستان نظم ڪيو |
| 22 | ليليٰ و مجنون | مهدي | هن جو انتقال ٩٢٤هه ۾ ٿيو هن مثنوي جو ذڪر 'تحفہ سامي' ۾ ٿيل آهي. |
| 23 | ليليٰ و مجنون | چپ نويس | 'تحفہ سامي' ۾ سام ميرزا هن جو ذڪر ڪيو آهي |
| 24 | مجنون و ليليٰ | نامي اصفهاني | هي شاعر سال ١٢٠٧هه ۾ فوت ٿيو |
| 25 | ليليٰ و مجنون | فوقي يزدي | هي شاعر شاه عباس دوم (١٠٥٢-١٠٧٧هه) جو همعصر آهي. 'تاريخ يزد' ۾ آيتي مرحوم هن کي ياد ڪيو آهي |
| 26 | ليليٰ و مجنون | صبائي ڪاشاني | هن شاعر جو شعري مجموعہ نيشنل لائبريري ايران ۾ رکيل آهي. ١٢٣٨هه ۾ هي شاعر گذاري ويو. |
| 27 | ليليٰ و مجنون | عبدي بيگ شيرازي | 'تذڪره هفت اقليم' ۾ هن مثنوي جو ذڪر آهي. |



| نمبر | ڪتاب | شاعر | تفصيل |
|---|---|---|---|
| 28 | ليليٰ و مجنون | ڪاتبي | |
| 29 | ليليٰ و مجنون | ثنائي | خواجہ حسين ثنائي مشهدي سال انتقال ۹۹۶هہ |
| 30 | ليليٰ و مجنون | هدايت الله رازي | شاه طهماسپ ۽ شاه عباس جو اصطبل دار |
| 31 | ليليٰ و مجنون | اشرف مراغي | |
| 32 | ليليٰ و مجنون | علي رضا تجلي شيرازي | هي شاعر يارهين صدي هجريءَ جي آخر ۾ حيات هو. |
| 33 | ليليٰ و مجنون | حڪيم شفائي | المتوفي ۱۰۳۷هہ |
| 34 | ليليٰ و مجنون | سالم ترڪمان | مرحوم تربيت پنهنجي ڪتاب: 'دانشمندان آذربائيجان' ۾ هن جو ذڪر ڪيو آهي. |
| 35 | ليليٰ و مجنون | اسيري تربتي | هن جو ذڪر پڻ ڪتاب: 'دانشمندان آذربائيجان'، ۾ ملي ٿو. |
| 36 | ليليٰ و مجنون | ڪاشف شيرازي | همعصر شاهہ عباس اول. هن جو ذڪر 'تذڪرهء نصرآبادي' و 'هفت پيڪر' ۾ ملي ٿو. |
| 37 | ليليٰ و مجنون | نصيبي ڪرمانشاهي | بحوالہ: 'دانشمندان آذربائيجان' |
| 38 | ليليٰ ومجنون | قاسم خان بدخشي موجي | مرحوم تربيت پنهنجي ڪتاب ۾ ذڪر آندو آهي. شاعر آگري ۾ سن ۹۷۹ هہ ۾ وفات ڪئي. |
| 39 | ليليٰ و مجنون | زين الدين | هن جو ذڪر ڪتاب: |



| | | | |
|---|---|---|---|
| | | صاعدي خبوشاني | 'قاموس الاعلام' ۾ ملي ٿو. |
| 40 | ليليٰ و مجنون | حرفي | هن جو ذڪر ڪتاب: 'هفت اقليم' ۾ آيل آهي. |
| 41 | ليليٰ و مجنون | ملا مراد بن ميرزا جلن | يارهين صدي هجريءَ جو شاعر. سندس ذڪر ڪتاب: 'قصص الخاقان' (تاليف ١٠٧٧هه) ۾ آهي. |
| 42 | ليليٰ و مجنون | سيد حسن بن فتح الله | شاعر هيءُ قصو سال ١٠٣٨هه ۾ نظم ڪيو. |
| 43 | ليليٰ و مجنون | ابو البرڪات لاهوري | ڪتاب: 'تذڪرهء روز روشن' ۾ سندس ذڪر موجود آهي. |
| 44 | ليليٰ و مجنون | داود | هي شعري نسخہ لنڊن جي ميوزم ۾ آهي |
| 45 | چاه وصال | شعلہ اصفهاني | هي نسخہ ڪتابخانہ مجلس شوري ۾ موجود آهي |
| 46 | ليليٰ و مجنون | ناصر هندو | مرحوم تربيت هن جو ذڪر خير ڪيو آهي |
| 47 | ليليٰ و مجنون | روح الامين اصفهاني | هن شاعريارهين صدي هجريءَ جي ابتدا ۾ ٿي گذريو آهي. |
| **ترڪي زبان ۾ قصهءِ ليليٰ مجنون** | | | |
| 1 | ليليٰ و مجنون | علي شير نوائي (ولادت ٨٤٤هه – وفات ٩٠٦هه) | هي مخطوط ڪتابخانہ مدرسہ عالي سپهہ سالار ۾ آهي |
| 2 | ليليٰ و مجنون | سودائي | شاعر سال ٩٢٠هه ۾ هي قصو نظم ۾ لکي پورو ڪيو. |
| 3 | ليليٰ و مجنون | عبدالوهاب | هي شاعر سلطان سليم اول |



| | | | |
|---|---|---|---|
| | | خيالي | جو همعصر آهي. هن جو ذڪر ڪتاب: 'قاموس اعلام ترڪي' ۾ ملي ٿو. |
| 4 | ليليٰ و مجنون | عيسي نجاتي | شاعر سنہ ۹۱۴ھ ۾ وفات ڪئي. احوال لاءِ ڏسو ڪتاب: 'ڪشف الظنون' |
| 5 | ليليٰ و مجنون | احمدي آذربائيجاني | ڏسو ڪتاب: 'دانشمندان آذربائيجان' |
| 6 | ليليٰ و مجنون | صالح بن جلال | شاعر سنہ ۹۷۳ھ ۾ وفات ڪئي وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو ڪتاب: 'ڪشف الظنون' ۽ 'قاموس الاعلام ترڪي' |
| 7 | ليليٰ و مجنون | خليفہ بن ابي الفرج بيضاوي | شاعر شافعي مسلڪ جو هو سن ۱۰۶۰ھ ۾ رحمت حق سان پيوستہ ٿيو. |
| 8 | ليليٰ و مجنون | حمدالله بن آقا شمس المتوفي ۹۰۹ھ | تفصيل لاءِ ڏسو ڪتاب: 'ڪشف الظنون' |
| 9 | ليليٰ و مجنون | شاهدي ادرنوي | سال ۸۸۱ھ ۾ قصي کي نظم جو روپ ڏنو بحوالہ: 'ڪشف الظنون' |
| 10 | ليليٰ و مجنون | برسوي المتوفي ۹۳۸ھ | |
| 11 | ليليٰ و مجنون | فضولي | هي مجموعہ ۱۲۶۴ھ ۾ آستانہ ۾ ڇپيو ہہ نسخہ قلمي نيشنل ميوزيم ايران/تهران ۾ آهن ۽ ٻنهي ۾ اختلاف آهي |
| 12 | ليليٰ و مجنون | سليمان چلبي | صاحب 'قاموس الاعلام' |



| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | مطابق هن جون ٨ مثنويون<br>چيل آهن. |
| 13 | ليليٰ و مجنون | سنان | هي شاعر سلطان بايزيد خان<br>جو همعصر آهي |
| نوٽ: هي فهرست لغت نامہ علي اڪبر دهخدا ج14 تهران 1330 خورشيدي ۾ "تاريخ ادبيات ايران"، تاليف ڊاڪٽر رضا زاده شفق مطبوعہ انتشارات آهنگ سال 1349 تابستان، تان تيار ڪئي وئي آهي. | | | |
| **سنڌ جا شاعر** | | | |
| 48 | غزل | بينش محمد<br>صادق<br>نصرپوري | نيست فرق از محمل ليلى دل مجنونِ ما<br>اتحاد دوستان گل کرده اندر هر چمن |
| 49 | تتبع خمسہ<br>نظامي | مشرف<br>اصفهاني | مرزا حسين مقرب شاه<br>طهماسپ اول بن شاه اسمعيل<br>اول زمان حڪومت ٩٣٠هہ تا<br>٩٨٤هہ ليليٰ و مجنون متعلق<br>اشعار<br>عاشق سگ يرغه بود ميمون<br>آوازه بلند شد ز مجنون<br>تاريخ وفات گرگ جيم است<br>آش شب چله اش حليم است<br>چون مکتب عشق جوش ميزد<br>دلاله مگس خروش ميزد<br>ليلى ز دريچه تبسم<br>ميکرد بپارسى تکلم<br>ماو تو برادران موشيم<br>همسايه اردک خموشيم |



| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | مقالات الشعراء: مير علي شير قانع مطبوعہ سنڌي ادبي بورڊ |
| 50 | غزل | مير غلام علي مائل تتوى | دلم مجنون صفت در ياد ليليٰ بداشت غم طلبگار تو باشد مقالات الشعراء: مير علي شير قانع مطبوعہ سنڌي ادبي بورڊ |
| | | **سنڌيءَ ۾ قصہ ليليٰ مجنون** | |
| 1 | قصہ منظوم | ميان محمد ٺٽوي | سال 1871ع مطبع قاضي ابراهيم بمبئي مان ڇپيو. |
| 2 | قصہ منظوم | سيد فاضل شاه | هي ٽئي داستان بيتن جي صورت ۾ ڇپيل آهن جن کي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مرتب ڪيو. ڪتاب 'مشهور سنڌي قصا' ڇپائيندڙ سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1964ع (عرض محمد چانڊيي جو ڇپيل قصو ڀهريون پيرو هريسنگ ۽ سنس پريس سکر مان 8 ڊسمبر 1921ع جي شايع ٿيو. مل محمود جو ڇپيل قصہ ڀهريون پيرو سيد مٺن شاھ حيدرآباد مان شايع ڪيو) |
| 3 | قصہ منظوم | عرض محمد چانڊيہ | |
| 4 | قصہ منظوم | مل محمود پلي | |
| 5 | ليليٰ مجنون | حاجي امام بخش خادم | غير مطبوعہ |
| 6 | ليليٰ مجنون | فقير علي محمد قادري | غير مطبوعہ |
| 7 | ليليٰ مجنون | نامعلوم | ڇپائيندڙ هيمنداس بڪ سيلر |



| | | | شڪارپور 1921 |
|---|---|---|---|
| 8 | ليليٰ مجنون | مرتب هوتچند | سال 1921ع ۾ سکر مان شايع ٿيو |
| 9 | ليليٰ مجنون | نامعلوم | سال 1925ع پوڪرداس ۽ سنس شڪارپور مان شايع ڪيو |
| 10 | ليليٰ مجنون | نامعلوم | سال 1926ع ۾ ڪراچي مان شايع ٿيو. |
| 11 | ليليٰ مجنون | نامعلوم | سال 1927ع ڪراچي مان ڇپيو. (جريان نمبر5 کان 14 تائين معلومات ڪتاب: 'مشهور سنڌي قصا' مرتب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ص 23 تان ورتل آهي.) |
| 12 | ليليٰ مجنون | خليفه حاجي عبدالله | سنڌي بيتن ۾ هي قصو شاعر سال ١٢٨٠هه ۾ لکيو. بحواله: 'تذڪره لطفي' مصنف لطف الله بدوي 68_1967ع ڇپائيندڙ آر_ايچ احمد اينڊ برادرس حيدرآباد |
| 13 | ليليٰ مجنون نظامي | مرزا قليچ بيگ | نظامي جي مثنوي جو ترجمه سنڌي زبان ۾ ٿيل آهي. بحواله: پاڪستان مين فارسي ادب (جلد پنجم) مصنف ڊاڪٽر ظهور الدين احمد ڇپائيندڙ اداره تحقيقات پاڪستان دانشگاه پنجاب. لاهور سال 1990ع |



| فارسي/اُردو شاعر | | | |
|---|---|---|---|
| فارسيءَ ۾ قصہءِ ليليٰ مجنون | | | |
| 51 | ملاقات ليليٰ با مجنون | سعادت يار رنگين سرهندي | شاعر سنہ ١١٧٠ھ ۾ ڄايو ۽ سنہ ١٢٥١ھ ۾ وصال ڪيائين. ڪتاب 'سرهند مين فارسي ادب'، دهلي يونيورسٽي دهلي مصنف ڊاڪٽر ادريس احمد |
| 52 | ليليٰ مجنون | مترا داس | هي مثنوي باڊلين لائبريري ۾ آهي ڪتاب جو سال ١٠٥٥ھ آهي. ڪتاب 'ادبيات فارسي ۾ هندوئن ڪا حصہ' ليکڪ ڊاڪٽر سيد عبدالله ڇپائيندڙ مجلس ترقي ادب لاهور 1967ع |
| 53 | ليليٰ و مجنون | عبدالله هاتفي | المتوفيٰ (٩٢٧ھ/1521ع) هي مثنوي ١٣ محرم الحرام ١١٤٨ھ جي لکيل آهي. هن جو ذڪر ڊاڪٽر محمد بشير حسين، فهرست 'مخطوطات شيراني' جلد اول ۾ ڪيو آهي جنهن کي اداره تحقيقات پاڪستان لاهور (طبع دوم) سال 1975ع ۾ شايع ڪرايو. هيءَ منظوم قصہ 1780ع ۾ هندستان ۾ ڇپيو. |
| 54 | چاه وصال | شمس الدين | هي مثنوي پنجاب |



| | | | |
|---|---|---|---|
| | ليليٰ و مجنون | سندلاهوري | يونيورسٽي لائبريري ۾ آهي هن منقش بياض جو اندارج نمبر 7287 آهي. مثنوي جا ڪل شعر ١٩٩ آهن. (ڪتاب پاڪستان ۾ فارسي (ادب جلد سوم) از ڈاڪٽر ظهور الدين احمد. مطبوعہ اداره تحقيقات پاڪستان دانشگاه پنجاب لاهور 1977 تان ورتل) |
| | **اردوءَ ۾ قصہ ليليٰ مجنون** | | |
| 1 | ليليٰ و مجنون | عبدالله واعظ | گجرات جو شاعر آهي. مثنوي جو سال تصنيف ١١٩٦هہ |
| 2 | ليليٰ و مجنون | محبوب عالم | سال تصنيف ١١٠٦هہ. سالار جنگ جي ڪتبخانہ ۾ آهي. |
| 3 | ليليٰ و مجنون | رحمت | گجرات جو صوفي منش شاعر سال تصنيف ١١٥٠هہ |
| 4 - | ليليٰ و مجنون | تقي علي خان هوس | غازي الدين حيدر جي دربار سان منسلڪ هو- مير حسن جو شاگرد هو. مثنوي جو سال تصنيف ١١٩٨هہ سالار جنگ ۽ آصفيہ ڪتب خانن ۾ مثنوي جا نسخہ محفوظ آهن. سال 1896ع ۾ مطبع نامي مان هي مثنوي شايع ٿي. |
| 5 | بهارستانِ عشق | غلام اعزاز الدين نامي | هي مثنوي ٻن هزار شعرن تي مشتمل آهي. تصنيف جو |



| | | | سال ١٢١٣هہ آهي. نامي ١٢٤٠هہ ۾ انتقال ڪيو. هن مثنوي جا ٻہ نسخہ ڪتب خانہ سالار جنگ ۾ هڪ نسخہ ڪتب خانہ آصفيہ ۾ آهي. |
|---|---|---|---|
| 6 | ليليٰ و مجنون | امير تجلي | مير محمد حسين ڪليم جو فرزند: سندس چيل مثنوي جا ٽي هزار شعر آهن. تصنيف جو سال ١٢٤٩هہ آهي جنهن جو مخطوطہ ڪتب خانہ سالار جنگ ۾ آهي. |
| 7 | ليليٰ و مجنون | شير محمد خان ايمان حيدرآبادي | هي مثنوي قريب ١٢٤٠هہ جي تصنيف آهي. |
| نوٽ: هي معلومات ڪتاب 'گجري مثنويان' مصنف ڊاڪٽر سيد ظهير الدين مدني مطبوعہ گجرات اردو اڪادمي (حڪومت گجرات) گاندهي نگر، تان ورتل آهي. | | | |
| 8 | ليليٰ و مجنون | عاجز | سال تصنيف ١١٤٦هہ يا ١١٤٠هہ |
| 9 | ليليٰ و مجنون | امير احمد | سال تصنيف ١١٦٩هہ. مطبوعہ 1860ع |
| 10 | ليليٰ مجنون | خواجہ ياسين | هي شاعر شاه عالم ثاني جي دور جو ۽ باشندو شاهجهان آباد جو آهي هن جي چيل مثنوي خسرو جي مثنوي جو ترجمہ آهي. |
| 11 | ليليٰ و مجنون | محمد شريف درودي | يارهين صدي هجري آخر ۾ چيل مثنوي ١٢١٤هہ ۾ لکي وئي آهي. انجمن ترقي اردو |



| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | پاڪستان جي اداره ۾ موجود آهي. |
| 12 | ليليٰ و مجنون | عبدالله ڪمتر | ١١٩٦ هـ سال تصنيف |
| 13 | ليليٰ و مجنون | تجلي | نقش اول ١١٩٩هـ ۽ نقش آخر ١٢٠٧هـ |
| 14 | ليليٰ و مجنون | هوس لکنوي | سال تصنيف ١٢١٢هـ ۽ ١٢٢٢هـ جي وچ ۾ |
| 15 | ليليٰ و مجنون | اعظم الدوله سرور دهلوي | |
| 16 | ليليٰ و مجنون | دلير | سال 1830ع کان اڳ تصنيف ٿيل آهي. |
| 17 | ليليٰ و مجنون | عظيم دهلوي | بحواله خطبه 1854ع ازگارسان دتاسي |
| 18 | ليليٰ و مجنون | ولا | بحواله خطبه 1854ع ازگارسان دتاسي |
| 19 | ليليٰ و مجنون | – | نثر ۾ داستان مخزونه عثمانيه يونيورسٽي، ارڙهين صدي عيسوي جي اڳياڙين ۾ ڇپيل |
| 20 | ليليٰ و مجنون | حيدر بخش حيدري | نثر ۾ تصنيف سال ١٢١٥هـ |
| 21 | ليليٰ و مجنون | نظير | نظم مسمط جي صنف معشر ۾ |
| 22 | باغ عشق | بيرني نرائڻ جهان | نثر ۾ تصنيف جو سال 1824ع |
| 23 | ليليٰ و مجنون | شمس لکنوي | نثر ۾ تصنيف ابوالفضل محمد تصدق حسين خان ڇپيل سال 1927ع |
| 24 | ليليٰ و مجنون | نسروان جي | ڊرامه |



| | | | |
|---|---|---|---|
| | | مهُران جي آرام | |
| 25 | ليليٰ و مجنون عرف پاک محبت | نسروان جي | ڊرامہ |
| 26 | ليليٰ و مجنون | رونق بنارسي | 1879ع ڊرامہ |
| 27 | سوانح قيس مفتون عرف ليليٰ و مجنون | حافظ عبدالله | ڊرامہ 1885ع |
| 28 | مرقع ليليٰ و مجنون | مرزا هادي رسوا | ڊرامہ 1887ع |
| 29 | فسانهء محزون عرف ليليٰ و مجنون | نادر سر ڏنوي | محمد نادر حسين صديقي، ڊرامہ |
| 30 | ليليٰ و مجنون | دل لکنوي | ڊرامہ از محمد عزيز احمد خان |
| 31 | ليليٰ و مجنون | نشتر لکنوي | ڊرامہ 1931ع |
| 32 | ليليٰ و مجنون | تصدق عظيم آبادي | ڊرامہ نگار تصدق حسين |
| 33 | ليليٰ و مجنون | رياض دهلوي | ڊرامہ نگار رياض الدين احمد |
| 34 | ليليٰ و مجنون | صادق سرڏنوي | ڊرامہ |
| 35 | ليليٰ و مجنون | شري ڪرشن ڪتري | ڊرامہ 1960ع |
| نوٽ: ماخذ: 'اردو ڪي نثري داستانين'. مصنف پروفيسر گيان چند مطبوعہ قومي ڪونسل برائي اردو زبان نئي دهلي 2002ع | | | |
| 36 | ليليٰ و مجنون | شيخ احمد گجراتي | محمد قلي قطب شاه جي دربار ۾ هن بہ مثنويون پيش ڪيون. ليليٰ مجنون جنهن جي مخطوط جا ۴۹ منتشر ورق پروفيسر محمود شيراني |



| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | کي مليا ۽ بي 'مثنوي يوسف زليخا' ڊاڪٽر جميل جالبي کي مليا جنهن جا پوٽا چار هزار شعر آهن. اها مثنوي مڪمل آهي. |
| 37 | ليلي و مجنون | محمد بن احمد عاجز | ليلي مجنون مثنوي (۱۰۴۶هه/1636ع) جو بنياد هاتفي جي مثنوي تي رکيل پر عاجز اُنجو لفظي ترجمہ نہ ڪيو آهي.هاتفي فارسي مثنوي جي روايت مطابق تفصيل کان ڪم ورتو آهي جڏهن تہ عاجز اُن کي حسب ضرورت مختصر ڪيو آهي. مثنوي ۾ ۱۶۴۱۸ شعر آهن. |
| ماخذ: تاريخ ادب اردو جلد اول مصنف ڊاڪٽر جميل جالبي مطبوعہ مجلس ترقي ادب لاهور | | | |
| **مغل بادشاه** | | | |
| 55 | غزل | بابر بادشاهہ | ظهير الدين محمد بابر بادشاه ۶ محرم ۸۸۸هہ جي ڄائو ۽ ۶ جمادي الاول ۹۳۷هہ جي فوت ٿيو.<br>هن جي ڄم جو ماده تاريخ (شش محرم) ۽ وفات گفتش:<br>فردوس دايم جاي بابر بادشاه<br>بابر رسيد نالہ زارت، بگوش يار<br>مجنون وقوف يافت کہ ليلی درين نيي است |
| 56 | ايضاً | همايون بادشاه | محمد همايون بادشاهہ بن |



| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | بابر پادشاه ولادت ۴ ذيقعد ۹۱۳هہ ۽ وفات ۱۵ ربيع الاول ۹۶۳ هہ<br>*تا حُسن تو در جلوه گري گشت، ازان رو*<br>*وامق پي عذرا شد و مجنون پي ليلي* |
| 57 | ايضاً | محمد عسڪري مرزا | محمد عسڪري مرزا بن بابر پادشاه سال ۹۶۵ هہ جي حج تي ويندي شام کان ڪجهہ منزلون مڪ ڏانهن طئي ڪيائين تہ روح پرواز ڪري ويس. ڪيس سندس ڀاءُ ڪامران پادشاه جي پرسان مڪ ۾ دفن ڪيو ويو.<br>*مجنون چو نظر کرد سوي ناقہ ليليٰ*<br>*از ديدن او، کرد فراموش الم را* |
| ماخذ: ڪتاب 'روضة السلاطين و جواهر العجائب' (تعليقات ص ۱۸۵) تاليف سلطان محمد فخريبن محمد امير هروي تصحيح و تحشيہ سيد حسام الدين راشدي سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد ۱۹۶۸ع. | | | |
| 38 | ناول | عبدالحليم شرر | ليلي و مجنون جو قصو شاعري جي ميدان مان نڪري ڊرامہ ۽ ناول نگاري تائين پهتو. ناول قيس و لبنيٰ سال 1910ع ۾ دلگداز پريس لکنو مان شايع ٿيو. مصنف قيس جي قصہ کي بيان ڪندي ص 81 تي بني عذره وٽ گفتگو لاءِ پهچي حضرت امام حسين عليہ السلام قيس کي (نعوذ بالله) پنهنجو رضاعي ڀاءُ ڄاڻايو آهي ۽ پوءِ حسب |



| | | | عادت و فطرت آل رسول ﷺ جي شان ۾ ويو آهي گستاخي ڪندو (لعنت الله عليہ) ۽ قصہ ڪي اجايو طول ڏئي 248 صفحن تي ختم ڪيو اٿس. ناول اردو زبان ۾ آهي اول کان آخر تائين ناول بي مزه آهي. |
|---|---|---|---|
| 39 | چشم ليليٰ | ايم اسلم | اردو جي مشهور معروف ناول نگار جو هي ناول منهنجي والد بزرگوار مرزا حامد علي بيگ مرحوم جو پسنديده ناول هو جيڪو ڪيس ناول نگار پنهنجي دستخط سان موڪليو. ڪافي تلاش جي باوجود ناول دستياب نہ ٿي سگهيو آهي. ان ڪري خيال آرائي ڪرڻ کان عاجز آهيان. |
| 40 | ليليٰ و مجنون | فلم (اردو زبان ۾) | سال 1936ع ۾ هي فلم حيدرآباد ۾ هلائڻ لاءِ آندي وئي. فلم جو هيرو 'نثار' هو ۽ هيروئن 'مِس ڪجن' انهن ڏهاڙن ۾ فلم هلائڻ جي پاس /اجازت نامہ حيدرآباد جو سٽي ميجسٽريٽ ڏيندو هو. قاعدي مطابق هيرو 'نثار' اجازت نامہ لاءِ عدالت ۾ آيو جتي مرزا علي محمد بيگ (راقم جو نانو) سر شتيدار هو |



| جنهن جي معاونت سان اجازت نامہ جاري ٿيو. هي فلم ڪافي عرصو حيدرآباد جي مدن سينيما ۾ هلي. پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ مدن سينيما شمس سينيما جو روپ ورتو. اسٽيشن روڊ تي هن سينيما جو اوج هو. اڄ ان جا آثار بہ مٽجي چُڪا آهن. هن فلم جو مشهور گانو هو.<br>لیلیٰ لیلیٰ پکاروں میں بن میں<br>لیلی موری بے مورے من میں<br>بس اهو ئي گانو هو جنهن کي ٻُڌي فلم ڏسندڙ اوچنگارون ڏئي رئيندا هئا.<br>پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ اردو ۽ پنجابي زبانن ۾ فلم ليليٰ مجنون هلي پر 'عمر مارئي' جهڙي شهرت ڪانہ ٿي. فلم 'عمر مارئي' جا گانا تمام پرسوز هئا. فلم جو هيرو سيد حسين شاہ فاضلاڻي هو. | | | |
|---|---|---|---|

## اضافو:

هيءُ ڪتاب ڪمپوز ٿي تقريباً تيار ٿي چڪو هو جو اسان کي مطالعي دوران سنڌيءَ ۾ لکيل 'قصہ ليليٰ مجنون' متعلق هيٺيون مواد مليو جيڪو ناظرين لاءِ عرض رکجي ٿو:



- ليليٰ مجنون (نظم) آخوند فقير محمد 'عاجز' (1846 _ 16 جنوري 1918ع) بحوالہ اياز قادري: سنڌي غزل جي اوسر. ڀاڱو ٻيو ص 50_149 انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شورو 1984ع.
- ليليٰ مجنون (ڏوهيڙن ۾) سيد حيدر شاهہ حيدرآبادي (بحوالہ ايضا، ص 64).

# هير رانجهو

هي هڪ عشقيہ داستان آهي۔جنهن جو مرڪزي ڪردار هير آهي جيڪا هاٽوڪي پنجاب جي شهر جهنگ ۽ مظفر ڳڙهہ سان تعلق رکي ٿي، هير رانجهو جي عشق جو قصو جنهن پهرين بيان ڪيو آهي سو جهنگ شهر جو شاعر دامودر آهي۔جنهن جو چوڻ آهي تہ هو هن واقعي جو اکين ڏٺو شاهد آهي۔هِنَ پنهنجي تحرير ۾ بڪرمي سنبت جو سال 1569 ڄاڻايو آهي جيڪو 1512ع جي مطابق بيهي ٿو.

دامودر جي لکت کانپوءِ پنجاب جي ٻين شاعرن بہ هن قصہ ڏانهن ڌيان ڏنو جن مان وارث شاہ جي ۱۱۸۰هہ/1776ع ۾ چيل "هير" کي وڏيڪ مشهوري حاصل ٿي۔اِها حقيقت آهي تہ جڏهن بہ انهيءَ قسم جا داستان مختلف زبانن ۾ نظم يا نثر جي صورت وٺن ٿا تہ ڪيتريون ئي اهڙيون ڳالهيون هونديون آهن جن ۾ اختلاف پيدا ٿيندا آهن. اهڙائي اختلاف هير رانجهو جي واقعي ۾ پڻ رونُما ٿيا آهن۔ هي داستان فقط ايترو آهي تہ لاهور جي شهر هزاره جو حاڪم مهمان نوازي ۽ احسان جو عادي هو. جنهن کي چار پُٽَ هُئا جِن مان چوٿون رانجهڻ هو۔ هِڪَ رات هُن وٽ هڪ مسافر مهمان ٿي پهتو. جنهن پنهنجي سفر جا حالات ٻڌائيندي جهنگ شهر جي حاڪم جي ڌيءَ جي حُسن جي تعريف ڪئي



جنهن جو نالو هير هو. تڏهن هير جي حسن جي خبر رانجهو جي ڪَن پَئي تہ عشق جي غم ۾ هوش وڃائي ويهي رهيو. آخر پيءُ جي وفات ڪانپوءِ پنهنجو مُلڪ ڇڏي چناب ندي جي ڪناري اُچايو پهتو. پاڻ کي دريا جي موجن جي حوالي ڪري ڇڏيائين تہ هير جي ٻيڙيءَ جي ملاح جو پريان هي لقاءُ ڏٺو تہ هِنَ ڏانهن ٻيڙي ڇڪي آيو ۽ ٻيڙيءَ ۾ سوار ڪيائينس. ٻيڙي هير لاءِ سينگاريل هئي رانجهو غش ٿيو پيو هو. ڪنهن کي هِنَ جي نالي نيشان جي خبر ڪانہ هُئي. ملاح جي گهر واري هير وٽ پُهتي ۽ ڏڪندي ڏڪندي ڪيس ٻيڙيءَ ۾ سُتَل جوان بابت ٻڌايائين. هير غضبناڪ ٿي ٻيڙيءَ تي پهتي پَرَ جيئن ئي رانجهو جي مُنهن تي نگاه پيس دل هٿن مان نڪري ويس. پاڻ سان رانجهو کي جاڳائي اهڙي حالت بابت معلوم ڪيائينس. وراڻيئين تہ عشق جي آزار وڪوڙيو آهي. هير داستان ٻڌي چيس غم نہ ڪر نہ پنهنجي جان وڃاءِ. پوءِ رانجهو کي هير پنهنجي ماءُ وٽ وٺي آئي جنهن هن کي وٿاڻ ۾ مال چارينديڙ ڪري رکيو. هير ۽ رانجهو جي هڪ ٻي سان محبت لڪي نہ سگهي آخرڪار حاسدن هن کي قيد ڪيو. قيد مان جان ڇڏائي رانجهو وٽ پهتي تہ وري گرفتار ٿي سخت قيد ۾ پئجي وئي. اِنهن رقيبن رانجهو جي قتل تي ڪمر ٻڌي ۽ ڏاڍو زخمي ڪيائونس هو رانجهو کي تہ ڪجهہ نہ ڪري سگهيا مورڳو حسد وچان پاڻ ئي زخمي ٿي پيا.

شهر ۾ ايها خبر جهنگ جي باه وانگر پکڙجي هير جي ماءُ ۽ پيءُ تائين پُهتي. هير جي ماءُ ۽ پيءُ ڄاتو تہ رانجهو پاڻ پاڪباز ۽ صاحب عرفان آهي. پوءِ ٻنهي پاڻ ۾ صلاح ڪئي تہ هنن ٻنهي جي شادي ڪرائجي. هِنَ صلاح کي ٻڌندي هير جا پائر جوش ۾ پرجي ويا. حالانڪہ رانجهو جي ڪرامت اکين سان ڏسي چڪا هُئا. هِنَ ڪار خير کان پيءُ کي منع ڪيائون ۽ ٻي چال ائين چلڻ لڳا جو رنگپور ڏانهن قاصد کي روانو ڪيائون تہ نورنگ سان هير جو نڪاح ٿي. نورنگ شاديءَ جي لاءِ چناب جي ڪناري وَهان



وڳن سوڌو پهتو. نڪاح مهل جڏهن قاضيءَ هير کان مرضي معلوم ڪئي تہ هير وراڻيو تہ آگاهہ ٿي، آئون رانجهو جي ملڪيت آهيان ۽ ايهو شريعت ۾ جائز ناهي تہ هڪ عورت جا ٻہ شوهر هجن هڪڙي مِياڻ ۾ ٻہ تلوارون ڪيئن ٿيون اَچي سگهن- مگر حاسدن مان هڪ وڪيل ۽ ٻن شاهدن ڪوڙي گواهي ڏني جنهن ڪري شاديءَ جون رسمون اَدا ڪري ڪنوار گهوٽ جي حوالي ٿي-ڪنواريتن جيڪو ڪافي مال متاع ڏنو هو اُن ۾ چوپايہ جانور بہ هُئا جيڪي رانجهو سان ريجهل ها اُهي ٻين سان نہ پيا وڃن اَنَ ڪري رانجهو کي بہ گڏ موڪليو ويو- منزل تي پڄي نورنگ چاهيو تہ هير کي هَٿ لائي تہ اوچتو هيبتناڪ آواز ٿيو تہ ديو همسر نہ ٿو ٿي سگهي غيرت حوران حور نظير هير سان. اِهو آواز ٻُڌي نورنگ جا هوش خطا ٿي ويا ۽ هو قالين جي نقش وانگر بيحس وحرڪت ٿي پيو. وطن پهتو مبارڪون ورتائين مگر وصل جي غم کان دل چاڪ چاڪ هيس، رنگپور ۾ ڪڏهن ڪڏهن سير لاءِ هير ٻاهر ايندي هئي ۽ لِڪَ ۾ ٻنهي عاشق معشوق جي ملاقات ٿيندي رهي نيٺ ايهو راز بہ کُلي پيو تہ خنجر ناز جي کُنل کي کُهڻ لاءِ نورنگ تيار ٿيو اِيها خبر پوندي ئي هير رانجهو کي لِڪَ چُپَ ۾ پيغام موڪليو تہ هِنَ شهر مان هليو وڃ. رانجهو هير جو چيو مڃي دربدري وڏي عرصي تائين قبول ڪندو رهيو. آخرڪار هير رانجهو ڏانهن رواني ٿي ۽ خفيہ پيغام پهچائيندڙ کي بہ روانو ڪيائين. پيغام ۾ لکيائين تہ اِي منهنجي زخم عشق جاگهايل جوڳين وارو لباس پهري طبيب ۽ ڦيٽو رکڻ وارو بنجي آءُ قاصد پهتو ۽ معشوق جو خط عاشق جي حوالي ڪيائين، رانجهو ڳيڙوان ڪپڙا پهري، معشوق جي شهر ۾ جاءِ مسواڙ تي وَٺي اَچي رهيو. طِب ۽ تعويذ ۾ مشهور ٿي ويو. اتفاق سان هير جي پير ۾ ڪنڊو چڀي ويو مگر هير هُلايو تہ نانگ ڏنگيو اٿم-ماڻهن نورنگ کي جوڳيءَ (رانجهو) جو ڏس ڏنو-جوڳيءَ ڏانهن هير کي نورنگ وَٺي نڪتو جوڳي مريض کي تپاسي چيو



تہ زخم جان وجھائیندڙ آھي۔تي ڏينھن مون وٽ چڙيوس تہ درد جو درمان ڪريانس. جوڳيءَ وٽ نورنگ هير کي چڙي پنھنجي گھر پھتو صبح جو اَچي ڏسي تہ نہ جوڳي نہ هير۔هر طرف ويراني لڳي پئي هُئي، هنن جي پُٺيان ساٿين سميت گھوڙو ڊوڙايئين ٻنهي جي ويجھو اُن وقت پھتا جڏهن هو ٻئي گڏ ڇانو ۾ ويٺا هُئا تہ اوچتو بگھڙ ٻنهي تي حملو ڪيو ۽ ٻئي رڙيون ڪرڻ لڳا جن کي ٻُڌي اوس پاس جا ماڻھو اَچي گڏ ٿيا ظالمن (نورنگ ۽ اُنجا ساٿي) جي مقابل ٿيا ۽ ٻنهي (هير رانجھو) کي قاضي وٽ پيش ڪيائون قاضي ٻنهي ڌرين جو احوال ٻُڌو ۽ نورنگ جو ثبوت شريعت مطابق ظاهر هو۔تنهن ڪري داماد کي وَني ملي ۽ رانجھو گھايل سيني مان آه ڪڍي، اُوچتو شھر کي باهہ لڳي وئي جنھن کان ماڻھو حيران ٿي ويا۔اُنهيءَ وقت قاضي هير کي نورنگ کان وٺي رانجھو جي حوالي ڪيو تہ ٻئي خوش ٿي ويا. پر پيھر نورنگ ساٿَ سميت اَچي هير رانجھو مٿان ڪڙڪيو ۽ قھر مان هير کي رانجھو کان کسي ورتائين۔۽ رانجھو کي ڇَو ڪنيو ٻَڌي تتل ريت تي چڙي ويا تہ پلي عاشق غم هجر کان هلاڪ ٿي وڃي، ۽ هير کي وٺي پنھنجي مُلڪ روانو ٿيو اُن لشڪر ۾ جيڪو نورنگ سان گڏ هو هڪ هشيار ۽ نيڪ مرد هو جنھن جي درويشن سان دوستي هُئي، تنهن زبان کولي ۽ نورنگ کي چيائين تہ هِنَ ڪم ۾ تنھنجي لاءِ خير ڪونھي اگر تون خيريت چاهين ٿو تہ هن اسير کي رها ڪر اِهي اکر ٻُڌي نورنگ نصيحت قبول ڪئي ۽ هير رانجھو وٽ اُن ريگزار ۾ جڏهن پُھتي تہ اُڃ جي شدت کان رانجھو کي پوين پساهن ۾ ڏسندي رئندي رئندي سندس پير ۾ ڪري پَئي (اُن وقت) خداوندي فرمان سان (حضرت) خضر هٿ ۾ پر نور آب حيات کڻي پھتو ۽ جيئن ئي ٻنهي اُهو نور جو پيالو پيتو تہ پري وانگر ماڻھن جي نگاهن کان پري ٿي ويا ۽ (حضرت) خضر وانگر ٻئي اجا تائين گڏجي سير پيا ڪن مگر اها حقيقت سواءِ صاحبان ڪشف جي ڪنھن تي ظاهر نہ ٿيندي



بيدل اگر باقي رهڻ ٿو چاهين تہ عشق جي بارگاه ۾ جان جو نذرانو ڏي تاڪہ مرڻ بعد حيات جاويد ماڻي سگهين.

هير رانجهو جو مٿي ڄاڻايل داستان حضرت بيدل رحمة الله عليه جي اُن طويل قطعہ جو ٿڌُ آهي جيڪا ٨٦ بند آهي ۽ مسمط جي طريقي تي چيل آهي. علم عروض جي حدن اندر اينديڙ شاعري جا جيڪي قسم آهن اُنهن مان مسمط بہ هڪڙو قسم آهي جنهن جي هر بند ۾ گهٽ تي ۽ وڌ ۾ وڌ ڏهہ مصرعون هونديون آهن. آخر واري مصرع قافيہ ۾ پهرين بند جي تابع ٿئي ٿي.

اسين جنهن نسخہ جي تدوين ڪري رهيا آهيون اُهو حضرت بيدل رحمة الله عليه جي فرزند محمد محسن بيڪس جو تحرير ڪيل آهي جنهن جي ڪتابت جي تاريخ ١٥ ذيقعد ١٢٩٤هہ آهي.

هن تاريخي داستان جي اشاعت سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي پاران 1957ع ۾ ان ڪتاب ۾ ٿي جنهن جو نالو 'مثنويات هير و رانجها' ۽ اُنجو مرتب حفيظ هوشيار پوري صاحب آهي. جنهن کي بيدل رحمة الله عليه جي قطعہ پير سيدحسام الدين جي ڪتب خانہ مان حاصل ٿي آهي. افسوس آهي جو ان بابت ڪابہ نشاندهي ناهي ٿيل تہ اهو نسخو ڪنهن جو لکيل آهي ۽ ڪڏهن لکيو ويو آهي. ادبي بورڊ پاران ڇپيل مثنوي ۾ ٢٧٣ کان ٢٨١ تائين آيل آهي جنهن ۾ ڪا ترتيب برقرار رکيل ناهي. پر ايترو ضرور آهي تہ مذڪوره ڪتاب ۾ آيل مثنوين مان ضياءَ الدين ضيا، منشي صاحب راء آزاد ۽ ولي محمد لغاري جي مثنوين جون اوڻايون حفيظ صاحب ڪتاب جي ٨٨ کان ٩١ تائين ڄاڻايون آهن ليڪن بيدل رحمة الله عليه جي قطعہ بابت هن جا بہ رايا آهن:

"مصنفات بيدل در زبان فارسي از لحاظ ذوق او درباره علم تصوف داراي اهميت ميباشند، ازآثار او هويد است که در تصوف داراي مقام رفيعي بوده است، ولي از لحاظ شاعري پايه او چندان عالي نمي باشد. در اکثر جاها اشعارش پست بوده ولي در بعضي جاها اشعار خوب هم سروده است."



"قطعه طولاني که بيدل درباره هير رانجها سروده است بهترين نمونه اي از اختصار ميباشد. او از تفصيلات لا طايل صرف نظر نموده و فقط اجز اي مهم حکايت را بطرز خوبي بيان نموده است. اجز اي مختلف اين داستان کاملاً بايک ديگر مربوط و البته دريک قطعه اين ارتباط خيلي دشوار بود ولي او اين کار را خوب انجام داده است".

ترجمو: "فارسي زبان ۾ بيدل جي تصنيفات علم تصوف سان متعلق اُن جي ذوق جي لحاظ کان گهڻي اهميت رکي ٿي، سندس تصنيفات مان اها ڳالهہ چٽي طرح ظاهر آهي تہ هو تصوف ۾ تمام اعليٰ مقام جو حامل آهي، ليڪن شاعري جي لحاظ کان اُنجي سطح ڪجهہ وڌيڪ بهتر ناهي. اڪثر هنڌن تي سندس اشعار هيٺين سطح جا آهن ليڪن بعض هنڌن تي هُن تمام سٺا شعر بہ چيا آهن"

بهتر هو تہ حفيظ صاحب هيٺين سطح جي شعرن جي نشاندهي ڪري ها جيئن پين لاءِ لکيو اٿس تہ سندس اعتراض شايد قابلِ قبول ٿئي ها. بنان دليل جي دعويٰ اِئين آهي جڻ هوا ۾ تير اُڇلائڻ.

"هڪ ڊگهي قطع جيڪا بيدل، هير رانجهو جي متعلق چئي آهي، سا اختصار جو بهترين مثال آهي هن تفصيلات کان قطع نظر ڪري حڪايت جي فقط اهم اجزا کي بهترين طرز سان بيان ڪيو آهي. هن داستان جا مختلف اجزا هڪ ٻي سان پوري طرح جُڙيل آهن. البتہ هڪ قطعہ ۾ اهڙو رابطو برقرار رکڻ تمام ڏکيو ڪم آهي ليڪن هِن اهو ڪم تمام حسن خوبي سان سرانجام ڏنو آهي."

بيدل ﷫جي قطعہ جو قلمي مسوده جڏهن ڇپيل مواد سان ڀيٽيو ويو تہ ۴۷ مصرع اهڙيون نظر آيون جيڪي بيڪس ﷫جي ڪتابت ڪيل نسخہ جي مطابق نہ آهن. حفيظ صاحب



هن قطعہ ۾ ڪاتب ڪير قار ڪانہ ڪئي آهي. اگر ڪري ها تہ جيئن ٻين مثنوين لاءِ لکيو اٿس تيئن هن قطعہ لاءِ بہ لکي ها. اسان حاشيہ ۾ انهن مصرعن کي درج ڪيو آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڪتاب سورٺ. راءِ ڏياچ ۽ هير رانجهو جي ص ١٣، ١۴ تي لکيو آهي تہ ”هير رنگپور (ضلعي مظفر ڳڙهہ) جي سيال سردار چوچڪ (پُٽ جوت، پاڙو ڪوهلي) جي ڌيءَ هئي جنهن کي پٽس ننڍڙي هوندي رنگپور جي ڪيڙي سردار (اَجو) جي پٽ (سيدا) سان مڱائي ڇڏيو هو. ڏيڏو نالي، ذات جو رانجهو شهر تخت هزاره (ضلعي گجرانوالہ) جي رئيس (ميان موجو) جو ننڍو پٽ هو جنهن کي پٽس جي وفات بعد ڀائرن ملڪيت مان بي دخل ڪري ڪڍي ڇڏيو. هنن ٻنهي ڳالهين ۾ تضاد آهي. هير جي شادي نورنگ سان هير جي ڀائر سندس رانجهو سان عشق جي ظاهر ٿيڻ ۽ هير جي پيءُ ماءُ جي رانجهو سان هير جي شادي ڪرائڻ ڪري غصہ مان ڪرائي. رانجهو کي ڀائرن ملڪيت مان بي دخل ڪونہ ڪيو هو بلڪ هُن هير جي حسن جي واکاڻ مسافر کان ٻُڌي گهر تڙ ڇڏي وڃي هير کي ويجهو ٿيو.

## هير جو حُسن مسافر جي زباني:

ستود حاکم آن شہر رابہ اولادش    خصوص دختر او راکہ بد مہ رخشان
نہ دختری کہ ظہور تجلي بيچون    بنام ہير مسمی شان بکون و مکان

## هير جو ٻيڙيءَ ۾ غضبناڪ ٿي اچڻ ۽ رانجهو جي چهري تي نگاهہ پوڻ:

چو ديد چہرہ پرنور و حسن تقويمش    دلش زدست شد وماند در رخش حيران
بلطف کردش بيدار حال پرسيدش    نمود رانجهن از درد عشق خويش بيان

قاضيءَ جو هير کي نورنگ جي حوالي ڪرڻ. رانجهو جو آهہ ڪرڻ ۽ سڄي شهر کي باهہ لڳڻ:



سپرد قاضي بانوي را بدا مادش،  کشيد رانجهو آهي سينهء سوزان
فتاد آتش في الفور درهمه شهري  شدند مردم زين واقعه عجب حيران

رانجهو جا پويان پساهہ هير جو پهچڻ، حضرت خضر جو بنهي کي آب حياتپيارڻ ۽ بنهي جو پرين وانگر غائب ٿي وڃڻ:

ز تشنگي رمقي مانده بود را نجهن را،  فتاد هير به پهلوش خسته و گريان
رسيد خضر بفرمان ايزد جان بخش،  بکف ز آب حياتش پياله نور افشان
چو هر دو نوش نمودند آن پياله نور،  ز چشم مردم گشتند چون پري پنهان
چو خضر آن دو يگا نهنوز در سير اند،  ولي نباشند اين جز بر اہل کشف عيان

بيدل فارسي زبان ۾ چيل قطعہ کان علاوه هڪ ڪافي "رانجهو جو عشق" جي عنوان سان پڻ چئي آهي جيڪا هن ريت آهي:

عشق دي لاوڻ ڪيتي، چوڙيس تخت هزار
چـــاڪ ســـڏاونـــدا، آپ لـــڪـــاونـــدا،
جهنگ سيالين رانجهو آيا، عبديت دا منصب پايا،
اپنى خواهش ڊولى، سرتى چاتا بار
ڳلى ڳلى وچ ڦيرا پاوندا، نال سيالين رمزان لاوندا
مُک وچ مُرلى رکندا، ڪرندا درد پڪار
چوڙيس شاهى پهري گدائى، رانجهو رکندا خيال خدائى
عشق دي ونجهلى وڄيندا، روئندا زارون زار
جوڳ ڪماوڻ ڪم جهيندا، "انا" الاوڻ دم اوهيندا
نعرا نينهن مريندا، آپ تيا اظهار
هويا ظاهر شاه بهانہ انهين اوهويندا ڪر بهانہ
ڪيهي چال چليندا بيدل رانجهو يار[1]

---

[1] ڪتاب سنڌي شعر جي ڪسوٽي ليڪڪپروفيسر لوڪو مل درياهي سنگهہ ڪيسواڻي ص 75_



سيد عظيم الدين ٺٽوي، ضياءَ الدين ضيا ۽ ولي محمد لغاري هن داستان ۾ عاشق و معشوق جو ساڳيو ئي حضرت خضر وارو تذڪرو ڪيو آهي پر رڳو عتبات عاليات جي زيارت سان مثنوي ۾ واڌارو ڪيو اٿن جڏهن تہ آزاد جي مثنوي نامڪمل آهي.

سنڌ جي شاعرن فارسي زبان کان علاوه سنڌي زبان ۾ بہ هن داستان کي بيان ڪيو آهي جن ۾ خليفي نبي بخش ۽ حمل خان لغاري جون چيل ٽيھہ اکريون ادبي لحاظ کان اهم آهن جيڪي خليفہ نبي بخش صاحب جي رسالہ ۽ ڪليات حمل ۾ ڇپجي چڪيون آهن. سيد حيدر شاهہ ١٢٩٠هہ/1873ع ۾ هي داستان بيتن ۾ بيان ڪيو آهي جيڪي زبان ۽ بيان جي لحاظ سان معياري حيثيت رکن ٿا. فقير ميان غلام علي مسرور بدوي پڻ هير رانجهو جو داستان بيان ڪيو آهي. جيڪو بيدل ﷫جي پيروي ۾ هڪ قطعہ جي صورت ۾ لکيو ويو آهي. هي داستان ڪتابي صورت ۾ سنڌي ادبي بورڊ 2007ع ۾ شايع ڪرايو آهي. ”هير رانجهو (مثنوي)“ اُن جو ٽائيٽل آهي جڏهن تہ داستان مثنوي جي بحرن تي نظم ڪيل ناهي. علم عروض مطابق مثنوي جا مخصوص بحر آهن. تنهن ڪري هي داستان مثنوي جي دائري ۾ نہ ٿو اچي. هير جي متعلق پهرين مقبل شاعر پنهنجي مثنوي ۾ ڄاڻايو تہ هير کي اُن جي ماءُ ۽ پيءُ زهر ڏنو. اهوئي بيان وارث شاهہ پنهنجي پنجابي ٻوليءَ ۾ جوڙيل داستان ۾ آندو جنهن جي پيروي مسرور بدوي صاحب پڻ ڪئي آهي . پر زهر واري ڳالهہ ۾ صداقت ڪانهي.

ٺٽو سنڌ جو اُهو علمي مرڪز آهي جنهن کي علم و ادب جي آماجگاهہ چوڻ مناسب آهي. ايران ۽ هندوستان جا ڪيترائي عالم، شاعر اديب هن خطہ ۾ آيا ۽ پنهنجي علمي قابليت سان مقامي صاحبان علم جي توجہ جو مرڪز رهيا. مغلن جي دؤر حڪومت ۾ انهن پاران جيڪي گورنر صوبہ دار مقرر ٿي ايندا هئا. اُهي پڻ علم و ادب جا دلداه هئا. جن مان عهد عالمگير ۾



احمد يار خان يڪتا ۱۱۱۶هہ ۾ ٺٽہ جو صوبہ دار ٿي رهيو. هي وڏو صاحب علم ۽ شاعر هو. هن پڻ هير رانجهو جو قصو هڪ مثنوي ۾ نظم ڪيو آهي جيڪا مطبع مفيد عام لاهور ۾ سال ۱۳۲۷هہ ۾ شايع ٿي. پير سيد حسام الدين جي تحقيق مطابق يڪتا جي مثنوي جو تتبع جن سنڌ جي شاعرن ڪيو اُهي مير عظيم الدين ٺٽوي، مير ضياءَ الدين ضيا ٺٽوي، شيوڪ رام آزاد سنڌي، نواب ولي محمد لغاري ۽ فقير قادر بخش بيدل آهن.

شاهہ فقير الله لاهوري آفرين پڻ هير و رانجها جي داستان کي مثنوي ۾ نظم ڪيو آهي. هي لاهور ۾ ڄائو هو. جو يہ قبيلہ جي شاخ سان متعلق هو. لاهور ۾ ئي ۱۱۵۴هہ ۾ وفات ڪيائين.

فارسي زبان ۾ جنهن شاعر هن قصہ کي پهرين نظم ڪيو آهي اُهو باقي نالي شاعر آهي جنهن جو تذڪرو ڊاڪٽر ظهور الدين احمد پنهنجي تصنيف ڪيل ڪتاب 'پاڪستان ۾ فارسي ادب کي تاريخ' (عهد جهانگير سے عهد اورنگزيب تک) ۾ تفصيل سان ص228 کان ص232 تائين ڪيو آهي. مثنوي جي ادبي حيثيت بابت مولف ڪتاب جي راءِ آهي (ترجمہ): ليڪن هي مثنوي فني ۽ لساني نقطہ نظر کان پختہ ناهي. باقي جي قصہ ۾ ۽ اصل قصہ ۾ جيڪي اختلاف آهن اُهي پڻ ڊاڪٽر صاحب ڏسايا آهن.

'هير و رانجها' يا 'افسانہ دلپذير' مثنوي جو شاعر سعيدي آهي جنهن عهد شاه جهان بادشاه ۾ اها مثنوي لکي آهي. جنهن ۾ اصلي قصہ جي تفصيلات کان ڪٿي ڪٿي انحراف ڪيو ويو آهي.

'هير و ماهي' مثنوي فارسي زبان ۾ مسيتا ولد حڪيم درويش لکي آهي. هن جو تخلص چنابي آهي. سنہ ۱۱۱۰هہ ۾ شاعر اها مثنوي لکي آهي جنهن ۾ هن رانجها جو نالو ماهي هن طرح ڄاڻايو آهي. 'رانجها نسب است و ماهيم نام' هن مثنوي ۾ بہ جيڪي اختلاف آهن اُن جي نشاندهي ڪئي وئي آهي.

ڪتاب 'ادبيات فارسي مين هندوؤن کا حصہ' جو مصنف



ڊاڪٽر سيد عبدالله آهي جنهن هير رانجها جي قصہ جي لکندڙ جو نالو منسا رام منشي ڄاڻايو آهي. جنهن ١١٥٧ھ ۾ قصہ لکيو آهي. ڪتاب جي مصنف اهو نہ ڄاڻايو آهي تہ قصہ نظم ۾ آهي يا نثر ۾.

وارث شاهہ ڪانپوءِ پنجاب جا ۴۱ شاعر آهن جن هير جي عنوان سان هن قصہ کي لکيو آهي.

بلوچي زبان ۾ هير رانجهو جو قصہ چيل ناهي. البتہ غلام محمد بلاچاڻي مزاري سان هير و رانجها جي حج جي زيارت کان شرفياب ٿيڻ جي روايت منسوب آهي.

اردو زبان ۾ سيد انشاء الله خان انشا واحد شاعر آهي جنهن هڪ غزل ۾ هير رانجها کي هيئن ياد ڪيو آهي.

سنا یایک کہانی جو ہیر رانجھا کی
تو اہل درد کو پنجابیوں نے لوٹ لیا

اردو نثر ۾ هير و رانجها جو قصو مقبول احمد لکيو آهي.اهو ڪتاب مطبع فوق ڪا شي دهلي مان پهريون ڀيرو سال 1848/49ع ۾ سسئي پنهون جي داستان جي ضميمہ سان ۽ ٻيو ڀيرو برهم پريس دهلي مان سال 1878ع ۾ ڇپيو.

وقايع دلگير معروف بعشق صادق رانجها وهير مثنوي جي صورت ۾ حافظ محمد عبدالله نظم ڪيو جنهن کي ٽيون ڀيرو محمد مچو خان مطبع الهي شهر آگره مان مارچ سال 1899ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

معشوقہ پنجاب مصنف چوڌري افضل حق. هير رانجها ليڪڪ محمد اسلم اردو نثر ۾ وارث شاهہ جي نظم جو ترجمو کان علاوه داستان منظوم هير. شاعر فضل حسين تبسم قسطوار روزنامہ ۾ ڇپيو جڏهن تہ ميان محمد رفيق. وارث شاهہ جي چيل منظوم داستان هير جو ساڳي ئي بحر ۽ وزن ۾ ترجمو ڪيو جيڪو ماهوار رسالہ ماه نو ۾ شايع ٿيو.



عشقيہ داستانن ۾ دلچسپي رکندڙ انگريز صاحبان علم مان مسٽر ايم لونگ ورٿ ڊيميز هير جي داستان کي غلام محمد بلاچاڻي مزاري کان ٻڌي انجو انگريزي زبان ۾ ترجمہ ڪيو. سر رچرڊ ٽمپل جي ڪتاب Lagends of the Punjab ۾ اهو قصو 1884ع ۾ ڇپيو هو.

حڪايت حڪيم جان محمد تقريباً اها ئي آهي جيڪا غلام محمد بالاچاڻي جي بيان ڪيل آهي. جنهن سر رچرڊ ٽمپل سان ملاقات ۾ هن واقعي جي تصديق ڪئي.

مسٽر ايچ اي روز جهنگ جي حاڪم هڪ زميندار کان هير جو قصو ٻڌو جنهن کي سر رچرڊ ٽمپل انگريزي ۾ ترجمو ڪري انگريزي زبان جي بمبئي مان شايع ٿيندڙ رسالہ Indian Antiquary ۾ ڇپائي منظر عام تي آندو.

سر رچرڊ ٽمپل هير جي داستان کي انگريزي ترجمہ ڪري پڌرو ڪيو جنهن کي جهنگ شهر جي رهواسي حافظ احمد ٩٠ بيتن ۾ بيان ڪيو آهي.

هير رانجهو جي شاديءَ جي قصہ کي سر رچرڊ ٽمپل پٽيالہ شهر ۾ ٻڌو. هي داستان ٧٥٠ بيتن ۾ چيل آهي. شاعر جي نالي جي خبر ناهي.

ريورنڊ چارلس هير رانجهو جي حڪايت ايبٽ آباد شهر ۾ شير خان کان ٻڌي انگريزي زبان ۾ ترجمہ ڪري 1903ع ۾ پنهنجي ڪتاب Romantic Tales from the Punjab ۾ شايع ڪيائين.

مسٽر جي ايس اوس بورن وارث شاهہ جي چيل قصہ کي انگريزي زبان ۾ ترجمہ ڪري The adventures of Hir جي عنوان سان انگريزي زبان ۾ نڪرندڙ رسالہ Indian Antiquary ماه اپريل 1921ع کان اپريل 1923ع تائين ضميمہ جي صورت ۾ ڇپرايو. مترجم داستان کي 32 بابن ۾ ورهايو آهي ۽ هر باب کي مخصوص عنوان ڏنو اٿس.



ايچ اي روز هير آسا سنگهہ کي انگريزي ۾ ترجمو ڪري Indian Antiquary ۾ سال 1925ع ۾ عوام آڏو آندو.

سردار محمد عبدالقادر آفندي پڻ هير رانجهو جو قصو انگريزي زبان ۾ تصنيف ڪيو. مقدمہ ۾ مصنف مير قمر الدين منت دهلوي جي چيل مثنوي جو ذڪر ڪيو آهي. هي ڪتاب سال 1917ع ۾ مدراس جي پريس ايس پي سي ڪي مان ڇپيو هو.

Nee Chtsirtican انگريزي اديبہ Folk Tales of Pakistan ۾ پڻ The story of Hir کي شامل ڪيو آهي. هي ڪتاب اداره مطبوعات پاڪستان شايع ڪيو هو.فرانسيسي زبان ۾ 1857ع ۾ پڻ هير جو داستان شايع ٿيو.

ڊاڪٽر موهن سنگهہ ديوانہ جي لکت مطابق مس دميلو عربي زبان ۾ هڪ نسخو هير رانجهو جي داستان جو ڏنو هو جيڪو دامودر ڪان اڳ جو لکيل آهي. جنهن جو هن انگريزي زبان ۾ ترجمہ ڪيو. ڊاڪٽر موهن ايهو نہ ڄاڻايو آهي تہ مس دميلو ڪير هئي ۽ هن هن حڪايت کي ڪٿان حاصل ڪيو ۽ ڪڏهن انگريزي زبان ۾ ترجمو ڪيو.

داستان ليليٰ و مجنون ۽ هير رانجهو جيڪي فارسي زبان ۾ حضرت بيدل ﷫ نظم ڪيا آهن سي ۽ اُنهن سان متعلقہ مواد اسان کي سنڌ ۾ علم وادب جي آسمان جي ماهتاب موسوي گهراڻي جي ذي فهم صاحب قدر و منزلت سيد عبدالحسين شاه موسوي صاحب کان دستياب ٿيو آهي جنهن جي پيش نظر اسان هي مقدمہ لکي وچي پار پياسين.

ڪتاب 'هير و رانجها' جنهن کي سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي 1957ع ۾ ڪراچي مان شايع ڪيو هو اُنجو مرتب مرحوم حفيظ هوشياري پوري صاحب آهي جنهن 94 صفحن تي ڪتاب جو مقدمہ لکيو آهي. مرتب ڄاڻايو آهي تہ پاڻ هي مقدمہ اردو زبان ۾ لکيو اٿس جنهن کي فارسي زبان ۾ مولانا محمد عابد شبير رح منتقل ڪيو. مقدمہ ۾ ڪافي محنت ڪئي وئي آهي. بهتر ٿئي ها اگر مرتب فقط داستان وارا اشعار منتخب ڪري اُنهن تي



خيال آرائي ڪري ها تہ ڪتاب وڌيڪ دلچسپ ٿئي ها. بهرحال اڄ کان تقريباً 52 ورهيہ اڳ شايع ٿيل ڪتاب شايد ئي خواهشمندن جي هٿ لڳي. ٻيو تہ مقدمہ سڄو فارسي زبان ۾ لکيل آهي تہ شاعري بہ فارسي زبان ۾ آهي. هن دور ۾ ڪير ٿو ايڏانهن توجہ ڏي، انهي ڪري حفيظ صاحب جي لکيل مقدمہ مان ضروري مواد اسان مقدمہ ۾ شامل ڪيو آهي تہ هلندڙ ۽ ايندڙ وقت ۾ صاحبان علم پنهنجي تحقيق سان من کو نئون تحفو سنڌي ادب جي نذر ڪرڻ جي سعادت ماڻين.

ٽنڊو آغا حيدرآباد
10_06_2009

**ميرزا فتح علي بيگ**



# منتخب قصہ لیلی و مجنون

1 عشق بازان رتبہ دارند عالی بیگمان
قصہ ایشان بود احسن قصص اندر جہان

2 چون میان عشق بازان بود مجنون بے مثل
شرح عشق اوست مثل عشق او نادر بیان

3 مے کند راوی روایت اینکہ درملک عرب
بادشاہی بود عالی رتبہ و والا مکان

4 جملہ اسبابش مہیا بود لیکن خاطرش
سایل فرزند بود از درخدائی انس وجان

5 بعد از فرط تمنا داد حق او را پسر
طالعش دیدہ منجم شد زغم گریہ کنان

6 ماجرائی گریہ پرسیدند گفت این نونہال
زود ترپا بد ز صرصر عشق آسیب گران



7 بود وضع آن پسر بگریستن بے واسطه
دمبدم صبح و مسا از جوشش دل جاودان

8 تاکه عمر او به ده ساله رسیده لیکن او
بود گریان بادل بریان میان مرد مان

9 پس پدر او را سوي مکتب فرستاده که کاش
علم خواند راه عقل و هوش گیرد چون کسان

10 بود در مکتب دو صف هر دو مقابل یک دگر
در یکی صف کودکان و در دگر دوشیزگان

11 اتفاقاً قیس غمزده دران مکتب نشست
روبروی دخت لیلیٰ نام رشک گل رخان

12 مظهر نور مقدس دیده و از خود برفت
میل از هر دو طرف گردید در عالم عیان

13 اوستاد از بیم فتنه کرد آنها را جدا
عشق آنهارا کشید از صبر تا آه و فغان

14 فاش شد درد دل آنهاو مادر بانوي
مانع اوگشت از مکتب بخانه ماند زان



15 پند داد او را کہ ای دخترز لوح دل تراش
نقش این ہوس و مشو رسوا بعشق اندر جہان

16 گفت لیلی اختیارم نیست کین آتش بسوخت
رخت عقل و ہوش و صبر ای مادر مامہربان

17 مسکن خود کرد بادیہ مخوف ہولناک
روز و شب کارش نبودی جز بفریاد و فغان

18 لیلی آنجا بود بیدل قیس ہم برزد بخاک
صد کتاب دانش و دین برفت از خانمان

ترجمہ:

1. هن ۾ ڪو شڪ ناهي تہ عاشق وڏو مرتبو رکندڙ آهن جن جو قصو جهان ۾ احسن القصص آهي.
2. جيئن تہ عاشقن ۾ مجنون بي مثل هو اُن جي عشق جو تفسير بہ سندس عشق وانگر بي مثل بيان آهي.
3. راوي روايت ڪري ٿو تہ مُلڪ عرب ۾ وڏي مان ۽ شان وارو بادشاهہ هو.
4. هر شي موجود هيس پر بي اولادي هجڻ جي فڪر کان دل سان جنن ۽ انسانن جي پالڻهار جي در سائل هو.
5. گهڻي خواهش کان پوءِ رب پاڪ هُن کي پُٽ ڏنو جنهن جو ستارو ڏسي نجومين روئي ڏنو.
6. (بادشاهہ جي) روئڻ جو سبب پڇڻ تي چيائون تہ هي نونهال جلد ئي عشق جي طوفاني هوائن جي انتهائي ڏکن کي پهچندو.



7_ اها حالت هيس جو بنان سبب جي اهو پٽ پيو رئندو هو دل جي جوش کان هر پل صبح ۽ رات جو.

8_ تان جو اچي ڏهن ورهين جو ٿيو پر هو ماڻهن جي وچ ۾ قتيل دل جي درد کان پيو رئندو هو.

9_ پوءِ ته پيءُ ان کي مڪتب ڏانهن اُماڻيو ته ڪاش هي به علم پڙهي پين وانگر عقل ۽ هوش جي راهه وٺي.

10_مڪتب ۾ به صفون هڪ ٻي جي آمهون سامهون هيون. هڪ صف ۾ ڇوڪرا ۽ ٻيءَ ۾ ڇوڪريون.

11_اتفاق سان ڏکايل قيس اُن مڪتب ۾ ويٺو. گل جهڙي ڇهري واري ڇوڪري ليليٰ جي سامهون.

12_جنهن جي نور جو جلوو ڏسي پاڻ وڃائي ويهي رهيو. ٻنهي پاسن جي اها حالت جڳ مشهور ٿي وئي.

13_استاد فتنه جي ڊپ کان ٻنهي کي ڌار ڪري ڇڏيو ته عشق هنن کي صبر مان ڪڍي روح راڙي تائين پڄائي ڇڏيو.

14_هنن جي درد دل جو راز کُلي پيو ۽ ڇوڪريءَ جي ماءُ مڪتب وڃڻ کان ڇوڪريءَ کي ويهاري ڇڏيو

15_ڌيءَ کي وصيت ڪيائين ته تون پنهنجي دل جي صفحه تان هن نقش کي مٽائي ڇڏ عشق جي ڪري جڳ ۾ رسوا نه ٿي.

16_ليليٰ چيو ته اهو منهنجي وس ۾ ناهي ڇاڪاڻ ته منهنجي مهربان امڙ عشق جي باهه منهنجي عقل، هوش ۽ صبر جي لباس کي ساڙي ڇڏيو آهي.

17_پوءِ هانءَ ڏاريندڙ جهنگ ۾ وڃي گهر ڪيائين جتي ڏينهن رات آهن دانهن سواءِ ٻيو ڪم نه هيس.

18_ليليٰ هتي هئي بيدل، قيس پاڻ کي لٽ ۾ لٽي سوين دانش ۽ دين جي ڪتابن کي ڇڏي ٻي گهر ٿيو.



# قطعه دربیان عشق هیر رانجھا

زهرچه خامه نویسد بنامه دوران　سوادِ حرفِ غمِ عشق خوشتر است بدان
نوشته اند چنان قصه رانجهن و هیر　بخامه صدق شامه مور خانِ زمان
که بود شهر هزاره حوالیء لاهور　بزیرِ حکمِ یکی حاکمِ خجسته نشان
و را چهار پسر بود چارمین رانجهن　که داشت عادتِ مهمان نوازی و احسان
شبی مسافرِ آفاق کردمه مانش
شد و نمود خبر از معائناتِ جهان

کشاد لب بصفت جنگلی سیالانی　که برکناره رودِ چناب هست مکان
ستود حاکمِ آن شهر را به اولادش　خصوص دخترِ او را که بدمه رخشان
نه دختری که ظهورِ تجلیء بیچون　بنام هیر مسمی شده بکون و مکان
چو گوش کرد از و حسنِ هیر را رانجهن　زهوش رفت غمِ عشق را گزید بجان
پس از وفاتِ پدر ترکِ ملکِ خویش گرفت
رسید بر سرِ رودِ چناب تشنه دهان



بدان آن خیال که خود را رساند آنرو آب فگند خود را در آب رودِ موج زنان
ز دور دید چو ملاح کشتیء هیرش بسوی کشتیء خواندش سوار کرد بر آن
درون کشتی، هودج پئ نشیمنِ هیر بفرشِ دیبا آراسته بود چون رضوان
از آن نشیمن پرسید نامِ دوست شنید برو غنود، نشد مانعش کدام انسان
رسید کشتی آن روئی آب ، زنِ ملاح
بخانہیر بیامد ز بیمِ جان لرزان

بگفت قصه آن مردِ خفته در هودج رسید هیر بر آن خفته از غضب جوشان
چو دید چهرهء پُرنور و حسنِ تقویمش دلش ز دست شد و ماند در رخش حیران
بلطف کردش بیدار حال پرسیدش نمود رانجهن از دردِ عشقِ خویش بیان
بسر عاشقیش برده پی بظاهر گفت مخور مخور غمِ نانِ نان کسی دهدت که جان
بسوی مادر همراه خود بیاوردش
که این غریب شود گاو میش را چوپان

حواله کرد بدو گله بانی گامیش بپاس هیر همان لحظه مادرش شادان
چو سر بسیر نمودی بسوی سبزهء زار بپای خویش نمودی ره طلب آسان
بیافتند رقیبان خبر ز واقعه اش بحبس ماند از آن مدتی بتِ نازان
ز حبس یافت نجات و گرفت راه شتاب بسوی رانجهن آن غمزده چو سرو روان
دگر بشورش افتاده جمله خویشانش
مقیدش بنمودند سخت تر چندان



میان بستہ رقیبان بقتلِ رانجھن چست زدند زخمِ فراوان بجسمِ آن حیران
نگشت کارگر آن زخمہا بر آن عاشق شدند جملہ مجروح آن حسد کیشان
میانِ شہر چو این قصہ عجب شد فاش یقین فزود بہ دل والدینِ ہیر از آن
پدر و مادرِ آن نازنین بدانستند کہ، ہست رانجھن خود پاکباز باعرفان
بیک دگر بنمودند مشورت کہ کنیم
قران زہرہء روشن بمشتری رخشان

ازین مقدمہ اخوانِ ہیر جوشیدند اگرچہ دیدہ کرامت از آن بچشم عیان
شدند مانع زین کارِ خیر والد را بجستجوی دگر کس ببستہ چست میان
بہ "رنگ پور" فرستادہ قاصدِ خود را نمودہ عقد بہ "نورنگ" آن جفا ورزان
برای شادی، نورنگ بر کنار چناب رسیدہ باہمہ اسباب جملگی و سامان
بوقتِ عقد چو قاضی ز ہیر کرد سوال
جواب داد کہ من ملکِ رانجھنم می دان

بشرع جائز نبود دو شوہر و یک زن بیک نیام فگندن دو تیغ را نتوان
اقامتِ سہ کس از حاسدان بکذب نمود یکی وکیل بایجاب دو گواہ بر آن
پس از ادای مراسم، عروسی از خسرو وداع کرد و داماد شد بشہر روان
بدو بداد پدرِ ہیر بس جہاز[1] و متاع علاوہء گلہ گامیشہا سپرد بدان
ولی چو گلہء گامیش بود بی رانجھن
بدان عشیق نمی شد روانہ بادگران



[1] جھیز



بناگزیر بخواندند مردِ عاشق را روانه شد برقیبان میانِ غم حیران
چو آرمیده بمنزل تمام مردمِ شب دراز ساختہ نورنگ" دست با جانان
برو بہیبت زد بانگ ہیر حور نظیر کہ دیو جفت نگردد بغیرتِ حوران
زہوش رفت از آن بانگ ہولناک آمد چو نقش قالین بیحس و حرکت آنِ نادان
رسید در وطن و تہنیت بدادندش
ولی دلش زغم یاس جفت با حرمان

بہ رنگ پور شدی گاہ گاہ ہیر برون برای سیر و تماشا بسوی قبلہء جان
بخفیہ بود ملاقاتِ آن دو عاشقِ زار بگشت فاش پس از چند روز قصہء شان
بگشت عازمِ قتل آن قتیلِ خنجرِ ناز سیاہ باطنِ نورنگ خارج از ایمان
نہان پیام فرستادہ ہیر با رانجہن کہ شو مسافر زین شہر در سوادِ جہان
برفت رانجہن و سر گشتگی قبول نمود
بر آمد او را مدتِ کثیر در ہجران

روان نمود پس از مدتی بسویش ہیر یکی رسول بمکتوب خود ز خلق نہان
درو نوشتہ کہ ای زخمِ عشقِ ما خوردہ لباسِ خود رار نگین چو جوگیان گردان
بیا و مسکنِ خود را بہ رنگ پور گزین بطب و افسون، افسانہ شو بعالمیان
مگر نبود حجابی میان رانجہن و ہیر کہ داد ہیر بقاصد از آن سیاح نشان
رسید قاصد آورد نامہء معشوق
بدستِ عاشق داد و بشد براہ روان



بجامہ رنگین چون جوگیان بشہرِ نگار رسید رانجہن و بگرفت جا اجاره درآن
بعلم طب ورقی شد علم در آن موضع دواش شافی و افسونش دافع الاحزان
چرا کہ مس کفِ مردِ پاکباز آمد مفید تر ز تدابیرِ صد مسیح زمان
باتفاق درون پای ہیر خار خلید شد از بہانہء آن زخم، آن پری نالان
کہ مار ناگہ ما را گزید یعنی عشق
گزند زد بدل و جان من چہ زخم گران

تمام مرد "نورنگ" را نشان دادند بسوی جوگی کافسون گری است فیض نشان
بوی جوگی چون برد ہیر را نورنگ بگفت جوگی کو راست زخم جان ستان
ولی سہ روز گذارید پیشِ ما او را کہ خوانم افسون ہر وقت سازمش درمان
گذاشت ہیر بجوگی بخانہ شد نورنگ گریختند بشب ہر دو آن محن سامان
علی الصباح چو نورنگ بر درِ جوگی
رسید دید تہی خانہ، منزلِ ویران

پیٔ تعاقبِ ایشان سوار شد فی الحال چو مردِ والہء حیرت زده بچند کسان
رسید بر سرِ ایشان بحالتِ کہ بہم بدند سایہ نشین ہر دو نوگلِ خندان
چو گرگ بر رمہ یک بار حملہ آوردند شدند ہر دو غزال از ذیاب در افغان
فغانِ ایشان در گوشِ مردمان چو رسید فتاده خلق ز ئی زود تر بمیان
شدند مانع آن ظالمانِ فدا آزار
بپیشِ قاضی بردند آن قضیہ شان



پس از مافعه احوالِ جانبین چو شد ثبوتِ دعوی نورنگ حسبِ شرع عیان
سپرد قاضی بانوی را بدامادش کشید رانجهن آهی ز سینهء بریان
فتاد آتش فی الفور در همه شهری شدند مردمِ زین واقعه عجب حیران
گرفت قاضی فی الحال بانو از داماد حواله عاشق فرمود بهرِ دفعِ زیان

از آن سواد بهم دیگران دویار انیس
نهاده روی بسوی بکام دل شادان

رسید باز برایشان بخیل خود نورنگ ربود هیر ز رانجهن بتعدی و سلطان
ببسته بازوی رانجهن بریگِ تفته گذاشت که تا هلاک شود عاشق از غمِ هجران
ببرد هیر بخود بسته خسته و دلریش نهاد رو بره ملکِ خویش آن نادان
میانِ خیل یکی مرد بود هشیاری که بود مشرب او دوستی درویشان

زبان کشاد بنورنگ با طریقِ صلاح
کزین معامله بهبودگی نگرد دهان

اگر تو میطلبی خیر کارِ خود بگذار همین اسیر بر آن شیفته دل و بیجان
چو گوش کرد ازان مردِ خادم العشاق صلاحِ نیکی نورنگ شد مطیع بجان
قبول کرد نصیحت همان نصیت گو رسید هیر به رانجهن بدشت ریگ روان
ز تشنگی رمقی مانده بود رانجهن را فتاد هیر بپهلوش خسته و گریان

رسید خضر بفرمانِ ایزدِ جان بخش
بکف ز آبِ حیاتش پیاله نر افشان



چو ہر دو نوش نمودند آن پیالہء نور ز چشمِ مردم گشتند چون پری پنہان
چو خضر آن دو یگانہ ہنوز در سیر اند ولی نباشند این جز بر اہلِ کشف، عیان

بمیر "بیدل" در عشق گر بقا خواہی
کہ بعدِ مرگ بیابی حیاتِ جاویدان

تم قصیدہ: ہیر و رانجھن کہ از کتاب کلان تواریخ کشیدہ در نظم مختصر آوردہ شد.



# ڪتابيات

1ـ قرآن مجيد مترجم مولانا فرمان علي صاحب ڇپائيندڙ پير محمد ابراهيم ٽرسٽ ڪراچي.


## سنڌي ڪتاب

1ـ مشهور سنڌي قصا (ٻاهريان قصا ۽ عشقيہ داستان): مرتب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڇپائيندڙ سنڌي ادبي بورڊ سال 1964ع

2ـ مشهور سنڌي قصا (سورٺ ـ راءِ ڏياچ ۽ هير رانجهو): ايضاً. سال 1976ع

3ـ سنڌي شعر جي ڪسوٽي: پروفيسر لوڪومل ڪيسواڻي، آفتاب پرنٽنگ پريس حيدرآباد، سال 1946ع

4ـ تذڪرو (جلد ٽيون) : لطف الله بدوي، آر ايچ احمد برادرس حيدرآباد سال، 52ـ1953ع

5ـ ديوان بيدل: سيد عبدالحسين موسوي، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، سال 1954ع

6ـ مثنوي هير رانجهو: غلام علي مسرور بدوي، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، سال 2007ع.

## فارسي ڪتاب

1ـ تذڪره مقالات الشعرا: تاليف مير علي شير قانع تتوي، مقدمہ و تصحيح و حواشي سيد حسام الدين راشدي، سنڌهي ادبي بورڊ ڪراچي سال 1957ع




2_ تذکره تکلمه مقالات الشعرا: تاليف مخدوم محمد ابراهيم خليل تتوي، بتصحيح و حواشي سيد حسام الدين راشدي، سنڌ جي ادبي بورڊ ڪراچي، سال 1958ع

3_ مثنويات هير و رانجها: حفيظ هوشيار پوري، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي 1957ع

4_ لغت نامہ: علي اڪبر دهخدا. ج14 تهران 1330 خورشيدي


**اردو ڪتاب**


1- نہج البلاغہ : مترجم علامہ سید ذیشان حیدر جوادی:

2- حماسہ حسینی: آیت اللہ شہید مرتضی مطہری، دارالثقافتہ اسلامیہ پاکستان سنہ ۱۴۲۰ھ

3- اسلام میں مقام قرآن و عترت: آیتہ اللہ شیخ علی شاہرور دی، مصباح القرآن ٹرسٹ لاہور

4- گفتار دلنشین: مولانا روشن علی نجفی، رحمۃاللہ بک ایجنسی کراچی

5- قیس و لبنیٰ: عبدالحلیم شرر، دلگداز پریس لکنو، سال 1910ء

6- مرقع لیلیٰ و مجنون: مرزا محمد ھادی رسوا، مجلس ترقی ادب لاہور

7- ادبیات فارسی میں ہندوؤں کا حصہ، ڈاکٹر سید عبداللہ، مجلس ترقی ادب لاہور، سال 1967ء

8- پاکستان میں فارسی ادب کی تاریخ، ڈاکٹر ظہور الدین احمد، مجلس ترقی ادب لاہور، سال 1974ء

9- گجری مثنویات: ڈاکٹر سید ظہیر الدین مدنی، گجرات اردو اکادمی گاندھی نگر، سال 1990ء

10- اردو کی نثری داستانین: پروفیسر گیان چند، قومی کونسل برائے اردو زبان نئی دھلی، سال 2002ء

11- سرھند میں فارسی ادب: ڈاکٹر ادریس احمد، شعبہ فارسی دھلی یونیورسٹی دھلی

12- تاریخ ادب اردو: ڈاکٹر جمیل جالبی، مجلس ترقی ادب لاہور

13- اردو دائرہ معارفِ اسلامیہ، ج۱۸، زیر اہتمام دانش گاہ پنجاب، لاہور، 1985ء



# قطعہ تاريخ

## از: ميرزا دبير حسين بيگ

ياد رهجي ويئي تن جي روز محشر تئين وفا
تي ويا نابود سي جن عاشقن تي ڪئي جفا
روضِ عشق افلاڪ تان عيسيٰ چيو ڏسندي دبير
روض عشقِ هير رانجهو ليليٰ مجنون ٽيو صفا

171 _ 2180 = 2009



# هديو

هيءَ ڪتاب ڪمپوزنگ جي آخري مرحلي ۾ هو ان وچ ۾ سڀاجهڙي سنڌ جي سنڌي شاعرن جي فارسي چمنستان دواوين ۽ ڪلياتن جي گلستان ۾ ڦيرا پئي پاتم. شاعرن جتي جتي ليليٰ مجنون جي تلميح شعرن ۾ آندي آهي اهي گل چونڊيندو ويس تہ هڪ خاصو گلدستو تيار ٿي ويو. مناسب سمجهيم تہ شعرن جو هي گلدستو قارئين جي نذر ڪيان. پر جيئن تہ هن عشق جي باغ جو سرجڻهار حضرت بيدل بادشاهہ آهي تنهن ڪري پهرين بيدل سائين ليليٰ مجنون جي تلميح ۾ جيڪي حسن ازلي جا گل اشعار جي صورت ۾ متعارف ڪرايا آهن اهي آڻجن. اچو تہ پهريون بيدل سرڪار جن ليليٰ مجنون جي مجازي فساني ۾ عشق حقيقي جا جيڪي سبق ڏنا آهن اهي هيٺين سان هنڌايون پوءِ ديگر شعراء جي شعري گلن جو واس وٺون.

ميرزا فتح علي بيگ
14_08_2009



ظهور کرده کمال بی چون زهر تشبه به شکل موزون
ہمون است لیلیٰ ہمون است مجنون که رو نمودار مثال فرخ

وَله

لیلیٰ و مجنون جمله بہانه است فسانه نزد اہل حقیقت
او بود که برخویش ز خود جلوه کنان بود ہم این ہم آن شد

وَله

شیرین مظہر حسن جمالت، شد فرہاد یقین پامالت
لیلیٰ مطلع نور کمالت، مجنون بسته موئی تو بس[1]

[1] فقیر قادر بخش بیدل: دیوان منہاج الحقیقت، مرتب ڈاکٹرخضر نوشاهي، بیدل یادگار کامیٹي، 2007ع



- **خدايار خاني ميان محمد سرفراز خان**

بود مجنون اگرچه داشت جنون
نیم مست از شراب مشرب ما
وله
کجا زَ یاد رود عشق لیلی از مجنون
که این سخن سوی استاد دردبستان گفت
وله
چون مجنون در جنون عشق لیلی
دل شوریده شیدای تو باشد
وله
گر او را ہمچو لیلی حسن دادند
مرا مجنون صفت دیوانه کردند[1]

- **مير حسن علي ملقب بہ 'سرڪار دولت مدار' بن مير نور محمد خان بن مير مراد علي خان (المتوفي: ٢٦ ربيع الاول ١٢٩٥ ھ)**

اگر آن نازنین ساز و تماشا راه صحرا را
نماید ہمچو مجنون بی خبر از خویش لیلی را
وله
مرا ز دوری تو پشت خم چو مجنون شد
قدت چو قامت لیلی لطیف و موزون است
وله

[1] کلیات سرفراز، به تصحیح، تحشیه، تعلیقات، مقدمه و بخط سید خضر نوشاہی، ڪلهوڙا سيمينار ڪاميٽي



عشقبازی دیگر و عشق حقیقی دیگر است
همچو مجنون در پی لیلی دویدن مشکل است[1]

- **میر علي شير قانع ٺٽوي (۱۱۴۰هه. ۱۲۰۳هه)**

به مجنون در رخ لیلی نموده
اگرچه خویشتن مقصود بوده
نه بوده غیر مجنون کام لیلی
چه شد گر بود او بدنام لیلی[2]

- **شيوڪ رام 'عطارد' ٺٽوي (المتوفي ۱۱۹۶هه)**

کوهکن در کوه نالیدی اگر دیدی مرا
گر شنیدی حالِ من مجنون به هامون می گریست
هیچ می دانی که این سیل روان از بهر چیست
هست آن آبی که دشت از حال مجنون می گریست[3]

## رضوي سادات

- **سيد جان محمد شاهہ متخلص بہ 'مير' روهڙي (المتوفي ۱۱۶۷هه)**

یکزمان لیلی نیند از دور آغوشت برون
گرشوی مجنون بدشت دلکشائ بیخودی
وله
آفتاب حسن لیلی سرزد از حبیب دلت
همچون مجنون می نهی سر در بیابان تابکی

---

[1] مير حسين علی خان تالپور: "ديوان حسين"، به کوشش دکتر نعمت اللہ ايران زاده، دانش ۸۲ پاييز ۱۳۸۴، مرکز تحقيقات، فارسی ايران و پاکستان، اسلام آباد
[2] مير علي شير قانع ٺٽوی: "مثنويات و قصائد قانع" بمقدمه سيد حسام الدين راشدي، سندي ادبي بورڊ، 1961ع
[3] 'ديوان عطارد: تصحيح و مقدمه سيد خضر نوشاهی، مجله سفينه ۱۳۸۴ ش، لاہور



وله

ای عشق تو دانی پس آئین جهان بانی
چو لیلی شهری هم مجنون بیابانی

وله

بیا مطرب بیا ای روح مجنون
که لیلی کرده دل در سینه ام خون

وله

دلم مجنون صحرا کرد وحشت سر بدنبالش
گه سیر مقاماتش تماشا میکنم حالش

وله

محمل لیلی بدنبالش چو مجنون میدود
میر گر دیوانه را سر در بیابان کرد عشق[1]

- **میر ذوالفقار علي شاه 'شیدا' تتوي (المتوفي: ١٦ رمضان المبارک ١٢٥٢ھ)**

گذر بر کوچه لیلی است مجنون بے خبر مگذر
بزن کر خوش ندارد ناله، زنجیری زنجیری[2]

- **سید امام بخش شاه 'فدوي' (المتوفي: ١٣٠٦ھ)**

چوں مجنونم بعشق حسن لیلی
پسندیدم بیابان محبت[3]

---

[1] سید جان محمد شاه، رضوی 'میر': 'دیوان میر': مقدمه و تصحیح و حواشی دکتر محمد اسحق ابرو، ناشر سکھر ہستاریکل سوسائتی، 2001ء

[2] مخدوم محمد ابراہیم خلیل تتوی: تکملة مقالات الشعراء، بتصحیح و حواشی سید حسام الدین راشدی، سندھی ادبی بورڈ کراچی، 1958ء

[3] ایضاً



- **خواجہ آدم صفي الله 'صفي' مجددي مشهور بہ 'قيوم جهان'**

پری خوابی که من دیدم نمی گنجد. بتعبیری
شود مجنون مصور گر، کشد رنگش بتصویری[1]

- **مير صابر علي شاه شكر الاهي تتوي (المتوفي ١٢٨٦هہ)**

مجنون نیم که شکوه کنم از فراق یار
من 'صابرم' که صبر بجور و جفا کنم

- **مخدوم محمد ابراهيم 'خليل' تتوي (المتوفي: ١٣١٧هہ)**

از جنونِ عشق آن لیلی چون مجنونِ برنگشت
گرچه دل را داد عقلِ عاقلان پندی دگر.[2]

- **محمد عارف 'صنعت'**

به غمزه دیده لیلی که دل ز مجنون برد
سیاه نرگس شهلای اینِ گلستان است

- **نواب غلام محمد خان لغاري تاجپوري (المتوفي: ١٢٧٩هہ)**

ہر کسی کو به دست عشقش رفت
ہم چو لیلی فدای مجنون است

---

[1] مخدوم محمد ابراہیم خلیل تتوی: تکملة مقالات الشعراء، بتصحیح و حواشی سید حسام الدین راشدی، سندھی ادبی بورڈ کراچی، 1958ء

[2] ایضاً



وله

سر آشفة تر دارد ز بهر دیدنش لیلی
بسودای سر زلفش طرا مجنون نخواهد شد

وله

عشق من از عشق مجنون نیست کمتر ای رفیق
جز تو ای جانان نه دارد خاطرم یار شفیق[1]

## پیران پاگاره

### سید علي گوهر شاه 'اصغر' ۴ رجب ۱۲۳۱هـ ـ ۱۱ جماد الاول (۱۲۶۳)

لیلی محمل نشین چون شد روان
اندر این دشتِ چو مجنون مانده ام[2]

### پیر حزب الله شاه 'مسکین' (۱۸ شوال ۱۲۵۸هـ ـ ۴ محرم ۱۳۰۸هـ)

پای مجنون راه صحرا را بپیماید ز عشق
تیشهٔ فرهاد آخر کوه خارا بشکند

وله

همچو مجنون ام بی لیلیٰ وشی
دشت مجنون کوهسار من بمن[3]

---

[1] دیوان غلام: با مقدمه دکتور نبی بخش خان بلوچ، سندهی ادبی بورد حیدرآباد، 1959ء



- **پير علي اصغر شاهه**

زگرد ره نوردیها نسیم وادائ لیلی
طپد درخاک و خون مجنون گریبان چاک برخیزد[۵]

---

[۵] پير حسام الدين راشدي: 'سنڌ جو هڪ محسن گهراڻو' (مقالو) ڏسو ڪتاب: ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون، انجمن تاريخ سنڌ. ڪراچي، حيدرآباد 1981ع. ص 618_600 ۽
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ: 'تڪملة التڪمله'. آرٽس فيڪلٽي علامہ آءِ آءِ قاضي ڪيمپس، سنڌ يونيورسٽي، ڄام شورو 2007

## منتخب قصهٔ لیلی و مجنون

عشق بازان زمانه وا رهند مالی بیگمان | قصهٔ ایشان بود احسن قصص اندر جهان
درمیان عشقبازان بوده مجنون بی مثل | شرح عشق اوست مثل عشق او نادر بیان
می کنند راوی روایت اینکه در ملک عرب | بادشاهی بود عالی رتبه و والا مکان
جمله اسباب تنعم مهیا بود لیکن خالی زشی | سایل فرزند بود از در خدای انس و جان
بعد از زاری تمنا داد حق او را پسر | طالع عشق دیده منجم شد نجم گریه کنان
ماجرای گریه پرسیدند گفت این نونهال | زود تر یابد ز صرصر عشق آسیب گران
بود وذیح آن پسر بگریستن بی واسطه | دم بدم صبح و مسا از جوشش دل جاودان
تا که عمر او بده سال رسیده لیکن او | بود گریان با دل بریان میان مردمان
پس پدر او را سوی مکتب فرستاده که کاش | علم خواند راه عقل و هوش گیرد چون کسان
بود در مکتب دو صف هر دو مقابل یکدگر | در یکی صف کودکان و در دگر دوشیزگان
اتفاقاً قیس همزاده در آن مکتب نشست | روبروی او دخت لیلی نام رشک گلرخان
نظر نو خاستگان دیده و از خود برفت | میل از هر دو طرف گردید در عالم عیان
اوستاد از بیم ذلت کرد آنها را جدا | عشق آنها را کشید از صبر تا آه و فغان
فاش شد در دل آنها و مادر بالوی | مانع او گشت از مکتب بخانه ماند زان
پند داد او را که ای دختر ز لوح دل تراش | نقش این هوس و مشو رسوا بعشق اندر جهان
گفت لیلی اختیارم نیست این آتش بسوخت | رفت عقل و هوش و صبر ای مادر مامهربان
مسکن خود کرد بادیهٔ مخوف هولناک | روز و شب کارش نبودی جز بفریاد و فغان
لیلی آنجا بود بیدل | قیس هم بهر و بیناک
صد کتاب دانش و | دین برفت از خاندان

! سبحان الله !

راقم الحروف حسین مسرور طالب درگاه سائن شکارپور سنده

عکس نسخه 'لیلی و مجنون' بخط فقیر غلام علی مسرور (نسخه اختر درگاهي)

برای شادی نورنگ برلنا رجناب / رسیده با همه اسباب جملگی سامان
بوقت عقد چو قاضی ز مهر کرد سوال / جواب داد که من ملک انجمنم میران
بشرع جایز نبود دو شوهر و یک زن / بیک نیام فکندن دو تیغ را نتوان
اقامت شد کس از جا سوان بکذب نمود / یکی وکیل با یجاب دو گواه بر آن
پس از ادای مراسم مروجه آن جشن / وداع کرد چو داماد شد بشهر روان
بدو بداد پدر زر بس جهاز و متاع / علاوه گله گامیشها سپرد بدان
ولی چو گله گامیش بود خو گیری / بدان عشیق نمی شد روانه با دگران
بنالکی بر بخواندند مرد عاشق را / روانه شد بر قیبان نیا غم حیران
چو آمدید بمنزل تمام مردم شب / درانه ساخته نورنگ رفت با جانان
بر او بهیبت زد بانگ شیر چو نظر / که دل جفت نکرد دو لغیرت دوران
ز هوش رفت از آن بانگ هولناک بماند / چو نقش قالین بیحس و حرکت آن نادان
رسید در وطن و تهنیت بداد نوش / ولیک دلش ز عشق یاس جفت با رمان
برنگلپور شدی گاه گاه هیر برون / برای سیر تماشا بسوی مقبله جالان
بخفیه بود ملاقات آن دو عاشق زار / بگشت فاش پس از چند روز قصه شان
گشت عازم قتل آن قتیل خنجر ناز / سیاه باطن نورنگ خارج از ایمان
نهان پیام فرستاد هیر با رانجهن / که شو مسافر زین شهر در سواد جهان
رفت رانجهن سرگشتگی قبول نمود / برآمد او ز مدت کشید در هجران
روان نمود پس از مدتی بسویش هیر / یکی رسول بمکتوب خود ز خلق نهان
درو نوشته که ای زخم عشق ما خورده / بباس خود را رنگین چو جوگیان گردان
بیا و مسکن بگزین برنگلپور جای / بطب و افسون افسانه شو بعالمیان
گمر لبو و حجابی میان رانجهن و هیر / که داد هیر بقاصد از آن نشان
رسید قاصد آورد نامه معشوق / بدست عاشق داد و لبش بدان روان
بجامه رنگین چو جوگیان بشهر نگار / رسید رانجهن بگرفت جا بجاره دهان
بعلم طب و رقی شد علم در آن موضع / دواش شافی و افسونش رافع الاحزان
چرا که مس کف مرد پالبان آمد / مفید تر ز تدابیر هر مسیحا زبان
باتفاق درون پای هیر خار خلید / شد از بهانه آن زخم آن پری نالان
که مار ناگه ما را گزید لیئے عشق / گزند زد بدل و جان من چه زخم گران
تمام مردم نورنگ مانشان دادند / بسوی جوگی که افسونگری است فنش نشان
بسوی جوگی چو بردند هیر را نورنگ / بگفت جوگی کو راست زخم جان ستان

که خواندم افزون هر وقت ساز منی درمان
گذاشته هیر بجوگی بخانه شد نورنگ
دلم شد بهار آید به پیش ما او را
گرفتند شب هر دو آن بحق سامان
برای علاج چو نورنگ بر در جوگی
رسید دید بهر جا نه منزل ویران
پی تعاقب ایشان سوار شد فی الحال
چو مرد والد و دیگر گروه بیچند کسان
رسید بر سر ایشان بحالیکه که چشم
بخفت سایه نشین هر دو زنگی خزان
شد نه هر دو غزال از ذباب در ادغان
گرفت بر سر هم پیمان محمد آورد پس
فغان ایشان در گوش مردمان چو رسید
فتاده غلغله غوغای زود در میان

شده بمانع آن ظالمان خدا آنان
بلیش عاقبه بماند آن قضیه شان
پس از مرافعه احوال جانبین چو شد
ثبوت دعوی نورنگ سبب شد عیان
برتاقی انوی را بداماد شب
کشید رانجهن آهی ز سینه بریان
فتاد آتش فی الفور در تمام شهر
شدند مردم زین واقعه عجب حیران
گرفت قاضی فی الحال بالله از زبان
حواله عاشق فرمود هیر دفعه زنان
از آن سوار جمعه دیار روپالنیس
منهاده روی بسوی کام دل شاران
رسید با نبرا شیان بذیل خود نورنگ
ربود هیر ز رانجهن بتعدی و طغیان

۴۷۹

به بست بازو رانجهن بوکی لفت گذاشت — که تا هلاک شود عاشق از غم و علتان

ببرد هیر بخود دلبسته خسته و دلریش — نهاده رو بره ملک خویش آن نادان

میان خیل یکی مرد بود هوشیاری — که بود مشرب او دوستی درویشان

نه با کشاد بخود رنگ باطریق صلاح — کزین معامله بیهودگی نکرد دهان

اگر تو می‌طلبی خیر کار خود بگذار — همین اسیر بدان شیفته دل و بی‌دین

چو گوش کرد از آن مرد خادم العشاق — صلاح نیکی نورنگ شد ملیح بجان

قبول کرد نصیحت همان نصیحت گر — رهاند هیر بر رانجهن بهشت رنگ روان

ز تشنگی رمقی مانده بود رانجهن را — فتاد هیر به بیهوش خسته و گریان

رسید خضر بفرمان ایزد جان بخش — بکف ز آب حیاتش پیاله نورفشان

چو هر دو نوش کنند آن پیاله نور — ز چشم مردم گشتند چون پری پنهان

چو خضر آن دو یگانه هنوز در سیرند — ولی نباشد خبر بر اهل کشف عیان

بمیر بیدل در — عشق گر بقا خواهی

که بعد مرگ بیابی — حیات جاودان

**تمت**

نسخه منتخب هیر و رانجهن از دست قاضی پیرشه

عفی عنه

الراقم مسکین مسرور

تاریخ ۸ شعبان ۱۳۲۳ھ مطابق ۸ مارچ ۱۹۰۵

روز اربعه وقت ۴ بجه شام

اطاق دفتر سید سندر

عکس صفحه آخر 'هیر و رانجها' بخط فقیر غلام علی مسرور (نسخه اختر درگاهی)

رسید خضر بفرمان ایزد جان بخش
بکف ز آب حیاتش پیاله زرفشان

چو هر دو نوش نمودند آن پیالهٔ نوش
ز چشم مردم گشتند چون پری پنهان

چو خضر آن دو یگانه بنزد درسیدند
ولی نیافته این جز بر اهل کشف بیان

بمیر بیدل درویش تا گر خواهی
که بعد از این بیابی حیات جاویدان

تمت قصه هیر و رانجهن که از کتاب کلان تواریخ کشیده
در نظم مختصر آورده شد

عکس صفحه آخر 'هیر و رانجها' بخط محمد محسن 'بیکس'

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَرَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوڻ، چالاڪِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)